15

سنڌ ۾ مارڪسزم-ليننزم جو پرچارڪ

ٻه ماهي

# سماجواد

مئي ۔ جون 2014





ٿر: جت بُک وسي، جت ٻار مرن

يوڪرين: ميدن اسڪوائر کان ڪريميا تائين

استعماریت کے بدلتے ہوئے انداز

مارڪسزم ڪهڙيءَ ريت سائنس آهي؟

## پهرين مئي: پورهيت مزاحمت جو عالمي ڏينهن




پورهيت لئي پرديس بہ ساڳيو ديس بہ ساڳيو




چيڙهہ بہ ساڳيو چَڱ بہ ساڳي

لِيڙون لِيڙون ويس بہ ساڳيو

ڌرتيءَ تي انڌڪار بہ ساڳيا

اوندھ جا آڌار بہ ساڳيا

سڄُ بہ ساڳيو سڀ جو آهي

اُيرڻ جا آثار بہ ساڳيا

پيٽ بُکئي جي پوڻ نہ ڪائي

اَنگ اُگهاڙا ٻار بہ ساڳيا



هن ڌرتيءَ جي دين بہ ساڳي

غاصبَ ۽ غدار بہ ساڳيا

وڏ بہ ساڳيا، ڏڏ بہ ساڳيا

ويري ساڳيا وار بہ ساڳيا

اي اونداها ڪنڌ ! اسان ۾

اڳتي سڀ اِقرار بہ ساڳيا

اولهہ اوير، ڏکڻ اُتر




ذات ڏُکيءَ جو ڏيرو ساڳيو

باک ڦُٽيءَ جو پيرو ساڳيو

پيرو ساڳيو

پورهيت لاءِ سوير و ساڳيو.

شيخ اياز

سنڌ ۾ مارڪسزم - لينن‌زم جو پرچارڪ

ٻه ماهي

# سماجواد

حيدرآباد

(پندرهين ڪڙي) مئي - جون 2014ع



قيمت: =/50

## لکڻ لاءِ ايڊريس

فليٽ نمبر 310- 311 V.I.P اپارٽمينٽ
مين قاسم آباد، حيدرآباد
Cell # 03443333888

# فهرست

ايڊيٽوريل

# سوارن تي سواري فوج جي آ

مسلم ليگ جي دفاعي سيڪريٽري خواجه آصف جي بيان تي بوٽن واري سرڪار کي باهيون ته پهريان ئي هيون پر مٿان جيو چينل جي اينڪر حامد مير پاران تني ٽيل قاتلاڻي حملي جو الزام جيئن ملڪ جي سڀ کان وڏي ڳجهي اداري، انٽر سروسز انٽيليجنس (لفظ SERVICE کي حياتياتي اصطلاح ۾ سمجهيو وڃي) مٿان مڙهي ۽ انهيءَ اداري جي ڏي جي تصوير چينل تي هر هر ڏيکاري ته ڇڻ ڪکر منجهه ڪڙو هٽي ڇڏيو. هڪ عرصي کان بلوچستان ۽ سنڌ ۾ سياسي ڪارڪنن جي عدالت کان ماورا قتل جا پيرا به ساڳين ادارن ڏانهن ويندا رهيا آهن پر مجال جو جيو (ماسواءِ ماما قدير جي پروگرام جي) ۽ جنگ گروپ سميت ڪنهن به ڪارپوريٽ ميڊيا جي اداري سچ سان بار بار پنهنجي اعلانيل محبت کي ڪو هڪ دفعو به عملي طور اظهاريو هجي. سچ جڏهن پاڻ کان ڏاڍي قوتن جي برداشت آهر ۽ ڏنل ريڊ لائينن جي اندر ئي ڳالهايو وڃي ته پوءِ اهو سچ نه پر سچ جو ڪيريڪيچر يا پونڊو نقل هوندو آهي. يعني توهانکي زبان ته هوندي آهي پر صرف پونڪڻ لاءِ نه ڪي ڳالهائڻ لاءِ. يعني توهانکي ڏند ته هوندا آهن پر صرف ڏيکارڻ لاءِ نه ڪي ڏاڙهڻ لاءِ. پر ساڃي ڏر هجي يا حڪمران رياستي ادارا، اهي تضادن کان عاري ناهن هوندا. توڻي جو پاڪستاني رياست اندر اڪيلي فوج جي ئي هڪ هٽي رهي آهي يا حڪمران طبقن جي عسڪري ۽ سويلين جي ورهاست ۾ حاوي پاسو فوج جو رهندو آيو آهي پر طاقت جو توازن جڏهن به ٿورو تبديل ٿيندو آهي ته سويلين قوتن جي سگهاري صورت منجهان ڪا هڪ "پونڪڻ سان گڏ ڏاڙهي" به وجهندي آهي. هاڻ به اهو ٿيو. اسان ڏٺو ته پارليامينٽ، عدليه ۽ ميڊيا ماضي جي پيٽ ۾ ڪنهن قدر اضافي قوت جا داعي ضرور آهن پر اڃا به فوجي هڪ هٽي جو تدارڪ ڪرڻ کان لاچار آهن. چاڪاڻ ته ويرم نه گذري ته راڄ سڄو جيو جي هڪ مخالف چينل جي حڪيم لقمان جي ٻولي ڳالهائڻ لڳو. فوجي وقار؟ تي حرف اچڻ تي هاءِ گهوڙا ٿي. پي ٽي آءِ، فنڪشنل ليگ ۽ ڪجهه مذهبي جماعتن جي تنظيمن، ريليون ڪيون. پاڪ فوج ۽ پاڪ ادارن جي دفاع ۾ "ناپاڪن" خلاف ڪاروائي جو مطالبو ڪيو سنڌ اسيمبلي به هڪ بل پاس ڪري ورتو ۽ مشرف آمريت خلاف جهد جي ڪريڊٽ تي تڳندڙ اداري کي به خبر پئي ته اڃا دهلي دور آهي. جيسيتائين سوال آهي هڪ قومي؟ اداري جي وقار جي مجروح ٿيڻ جو ته صرف عوام جي پگهار تي

پلجنڊڙ چوڪيدار ئي قومي ادارو ڪونهي. ٻيا بہ ڪوڙ سارا ادارا آهن. انهي حوالي سان ڪنهن جا بہ اکر ياد اچي رهيا آهن جيڪي هتي سنڌي ريت رقم ڪجن ٿا. ”واپڊا تي تنقيد قومي سلامتي تي تنقيد آهي ۽ ملڪ سان غداري آهي. خبردار! ڪوئي ڪرمين جي لوڊ شيڊنگ ۾ واپڊا تي تنقيد نہ ڪري، غدارو! توهان نہ ٿا ڏسو تہ واپڊا جا لائين مين ڪيئن پنهنجي جان تي کيڏي ملڪ جي لاءِ ڪم ڪن ٿا ۽ اڪثر ڪرنٽ لڳڻ ڪري ٿنڀن تي لٽڪي پون ٿا ۽ جنهن بہ واپڊا تي تنقيد ڪئي اهو محبِ وطن الباڪستاني نہ ٿو ٿي سگهي. واپڊا هڪ قومي ادارو آهي جنهن جي وقار جو تحفظ اسانجو قومي ۽ ديني فرض آهي.“ انهيءَ سموري صورتحال ۾ ڇا ڪارپوريٽ ميڊيا جي هڪ اهم ڌڙي ۽ پاڪستان جي عسڪري قوتن جي تضاد کي ساڄي ڌر جو تضاد چئي، غير جانبدار ٿيڻ واري حڪمتِ عملي درست آهي؟ اسان سمجهون ٿا نہ. اهو سمجهندي بہ تہ عين ممڪن آهي تہ جيو معافين طلافين ۽ آئينده جي هڪ طئي ٿيل ڪوڊ آف ڪنڊڪٽ تي هلڻ ۾ جلد ئي راضي ٿي وڃي يا هاڻي کان ئي اسٽيبلشمينٽ ۽ فوج جي ثناخواني ۾ وسان نہ گهٽائي. پر جيٽري حد تائين بہ اهي جهيڙا عوام تي آشڪار ٿين ٿا، اوترو عوامي خوداعتمادي منجهہ اضافو ٿئي ٿو ۽ جمهوري ۽ غيرجمهوري سماجي قوتن جو فرق بہ واضح ٿئي ٿو. ٽوٽي جو حڪمرانن جي انهن تضادن کي وڌائڻ ۽ انهن جو فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاٻي ڌر جون قوتون ڪمزور آهن پر ڪوڙ ساريون اهڙيون عوامي حاصلاتون (اظهارِ آزادي جو حق، ڪنيپيل سياسي توڙي عام ماڻهو کي 24 ڪلاڪن ۾ ظاهر جو آئيني حق وغيره) ضرور آهن جيڪي پنهنجي بورجوا حدن اندر بہ تمام گهٽيون لاپاتئيون آهن ۽ جيڪي جيڪڏهن هن تضاد ۾ لانگ بوٽن کي هضم ٿي ويون تہ پوءِ عوامي ۽ مزاحمتي قوتن جي سياست جو دائرو انتهائي تنگ ٿي ويندو. نہ صرف ايترو پر جيو ۽ جنگ گروپ جي گوڏا ڪوڙڻ سان ٻيا سمورا چينل ۽ خاص طور تي سنڌي پرنٽ توڙي اليڪٽرانڪ ميڊيا ڪا بہ مزاحمت ڪرڻ جي اهل نہ رهنديون. انهي حوالي سان هڪ مختصر وضاحت اسانجي انهن دوستن لاءِ بہ ضروري آهي جن کي هن تضاد ۾ ڪلاسيڪل ڪاٻي ڌر نظر نہ ٿي اچي، تہ حڪمران طبقن ۽ رياست جا داخلي تضاد صرف سندن گروهي مفادن سبب يا هوا ۾ نہ پر سماجي اٿل پٿل جي ڪري بہ پيدا ٿيندا آهن. جيڪڏهن مشرف مامري تي سولين جدوجهد کي پاڻ پاسي تي بہ ڪيون تہ بہ حامد مير جو اهو اعتراف انتهائي گهڻو اهم آهي تہ سندس مٿان عتاب ماما قدير ۽ سندس هزارين ڪلوميٽرن جي لانگ مارچ ۽ جدوجهد کي ڪوريج ڏيڻ سبب ئي ڪڙڪيو آهي.

ڏيهي سياسي صورتحال

# پورهيت مزاحمت جو عالمي ڏينهن ۽ اسانجي ڪمزور پورهيت مزاحمت جا ڪارڻ

**بخشل ٿلهو**

”هيل تائين جي سمورن سماجن جي تاريخ، طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي.“

*مارڪس 1848ع*

جئين سرمايي جو هڪ بين القومي استحالي ڪردار ٿئي ٿو تيئن اُنهيءَ خلاف پورهيت مزاحمت بہ ڏيهي سان گڏ هڪ عالمي اهميت رکندي آهي. پهرين مئي، شڪاگو جي پورهيتن جي مزاحمت ۽ قرباني سبب پوري دنيا جي پورهيتن جي عالمي ڏينهن طور ملهايو وڃي ٿو. جاڪاڻ تہ پورهيي جي وقت جي گهٽتائي، اجرتن منجهہ اظافي ۽ پورهيي جي انساني حالتن جي گُهر (DEMAND) هڪ گَهر (HOME) تائين محدود ڪونہ هئي ۽ نہ آهي. مزاحمت جي انهيتاريخي ڏينهن جي نسبت سان اسان پنهنجي پورهيت تحريڪ ڄُواڄ جي حالتن پر جائزو وٺنداسين.



هڪ دور هيو هارين منجهہ حيدربخش جتوئي، عزيز سلام بخاري، شاگردن منجهہ نذير عباسي، معراج محمد خان . مزدورن منجهہ مرزا ابراهيم . حسن ناصر، عثمان بلوچ جهڙا اڳواڻ ڪم ڪندا هيا ۽ پورهيت تحريڪ صرف پنهنجي معاشي ۽ طبقاتي مطالبن تائين محدود نہ هئي پر پوري سماج جي قومي، جمهوري سياست تي بہ پنهنجا اثر ڇڏيندي هئي. پوءِ چاهي اها ون يونٽ مخالف تحريڪ هجي يا ايم آر ڊي. پر اڄ جي صورتحال اِها آهي تہ ويجهي ماضي جي ڀيٽ ۾ پورهيت تحريڪ ۽ تنظيم بهتر صورت ۾ آهي پر ساڳي وقت اهو بہ سچ آهي تہ سماج کي سيڪيولر، جمهوري بنائڻ واري جُهد ۾ حصو تہ پري جي ڳالهہ پر پورهيت تحريڪ اڄ سوڌي پنهنجي معاشي مفادن جو تحفظ ڪرڻ ۾ بہ ڪمزور ثابت ٿي آهي. مسلم ليگ ن عالمي مالياتي ادارن جي پاليسين ۽ عالمي مالياتي سرمايي جي خدمت ۾ جهڙي ريت نجڪاري جي ايجنڊا تي عمل پيرا آهي، اها اڄ جي پورهيت لاءِ زندگي، موت جو مسئلو آهي، جنهن منجهان پورهيتن جي پڄي پار پوڻ جا غالب امڪان آهن پر انهي شئي جا امڪان مختلف سببن ڪري محدود آهن تہ ڪو نجڪاري مخالف تحريڪ بهاني پورهيت تحريڪ پنهنجي پراڻي عروج کي واپس رسندي، پورهيتن جي حوالي سان اڄ جي سماجي معاشي صورتحال

ڪجهه هن ريت آهي. ڏکڻ ايشيا ۾ پاڪستان ڪانسواءِ شايد ئي ڪو ٻيو ملڪ هجي جيڪو تمام تيزي سان بک بدحالي، مهانگائي، توانائي جي بحران ۽ بيروزگاري جي مامري ڏينهن ٻيڻي، رات چوڻي ترقي ڪندو هجي. جتي عالمي گهڻ قومي ڪمپنين جي ٻيگهي متل هجي ۽ ملڪ جي سڀ کان وڏي ايڪسپورٽ سستو پورهيو هجي. (هرسال 50 لک پاڪستاني ٻاهرين ملڪ ويندا آهن جنهن منجهان 90 سيڪڙو ليبر ويزائون هونديون آهن. اورسيز پاڪستاني فائونڊيشن جي آفيسر مطابق 2008 کان 2013 جي 5 سالن جي عرصي ۾ پوڻا ٽي لک ماڻهو (2.7 ملين) ٻاهر نوڪرين جي ڳولا ۾ نڪتا آهن. جڏهن صرف سال 2012ع ۾ 638587 روزگار جي حوالي سان ملڪ کان ٻاهر نڪتا. 415 ماڻهن منجهان هڪ ماڻهو پاڪستان کان ٻاهر نڪري ٿو هي سيڪڙو ڏکڻ ايشيا ۾ سڀ کان گهڻو آهي. جن ملڪن ڏانهن انهي ٽيڪنيڪل، سيمي ٽيڪنيڪل يا سادي ليبر جي اڏار آهي انهن ۾ مٿان کان، سعودي عرب، يو اي اي، آمريڪا، انگلينڊ، گلف ڪوآپريشن ڪائونسل ۽ يورپي يونين جا ملڪ شامل آهن.) پر ساڳيو قت اهو به پاڪستان آهي جتي انهن ئي مامرن تي ڪا وڏي پورهيت تحرڪ نظر نه ٿي اچي. سبب واضع آهن.

1. ساڄي ڌر جي مذهبي انتهاپسند، فرقواريت پسند، نسل پرست تنظيمن جي رياستي سرپرستي جا پورهيت تحريڪ ۽ اتحاد تي ناڪاري اثر پيا آهن.

2. ملڪ جي گهڻي ڀڱي معيشت غير رسمي (INFORMAL) آهي جنهن ۾ ڪم ڪندڙ پورهيتن جي منظم ٿيڻ منجهه کوڙ ساريون رڪاوٽون آهن.

3. اڪثر رسمي ٽريڊ يونين تي موقعي پرست قيادتون قابض آهن. انهي موقعي پرستاڻي رجحان کي وڌائڻ لاءِ انهي شعبي منجهه اين جي اوز به لڳل آهن.

4. پورهيتن جون نمائينده سياسي تنظيمون ڪمزور آهن يا وزي اسرڻ جي عمل ۾ آهن.

(1) پاڪستان اندر شروع کان قومي، طبقاتي ۽ جمهوري تحريڪ کي ڀنجو ڏيڻ لاءِ رياست شهرن اندر فرقيواريت ۽ نسل پرستيءَ کي ۽ ڀهراڙي ۾ جاگيرداريءَ کي مضبوط ڪندي رهي آهي. ڪراچي جي ڪو ڪنهن دور ۾ پورهيت تحريڪ جو مرڪز سمجهيو ويندو هو سو اڄ رياستي پاليسين (نسلي ۽ مذهبي انتهاپسندي) جو بهتر ڏيک رهي آهي. ڪي اي سي جي مزدورن جي تحريڪ کي به ساڳئي ئي طريقن سان ناڪام بڻائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. گڏاڻي جي شپ بريڪنگ يونين جي تحريڪ کي به اهڙي طريقي ڏڪ هنيو ويو. سرمائيدارن کي پورهيتن جون اُجرتون پنهنجي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ عام طور تي 10 سيڪڙو بيروزگاري گهربل هوندي آهي. پر پاڪستان منجهه اهو سيڪڙو تمام گهڻو وڌيل آهي. ملڪ ۾ 35 لک ماڻهو بيروزگار آهن جنهن ۾ هر سال اڍائي کان ٽن لکن ماڻهن جو اظافو ٿي رهيو آهي. بيروزگاري سان گڏ، سماجن جي اڻ برابر اوسر سرمائيداري جي بنيادي خاصيت آهي. اهو ئي سبب آهي جو هڪ جڳهه جي مقامي پورهيتن جي مزاحمت کي ڏڪڻ لاءِ کين هميشه غربت جي ماريل غير مقامي سستي پورهيتن جي ضرورت رهندي آهي. اهڙي ريت پورهيتن جهه نسلي ۽ علائقائي

بنيادن تي ٽوڙ ڦوڙ جا بنياد وڌاوجن ٿا. اهو عمل سنڌ کان وٺي ڪري يورپ جي اسريل سماجن تائين جاري آهي. جتي اميگرنٽس جو سوال پيدا ڪيو ويو آهي پر اهو سوال انهن قومن لاءِ (جهڙوڪ سنڌ) اڃا بہ اهم تي وڃي ٿو جيڪي پنهنجي قومي رياست ۾ پاليسين جوڙڻ کان گهٽو پري آهن.

(2) غير رسمي شعبي منجهان مراد هر اهو شعبو آهي جيڪو رجسٽريشن ۾ ٽيڪس جي سموري تاجي پيٽي کان ٻاهر آهي. ننڍي پيماني جي پيداوار گهريلو پيداوار سيلف ايمپلائيڊ پورهيت وغيره سڀ هن شعبي منجهہ اچي وڃن ٿا. ڪجهہ ڏينهن پهرين ورلڊ بينڪ پاڪستان اندر معيشيت جو 70 سيڪڙو غير رسمي قرار ڏنو پر ڪجهہ ٻين ذريعن مطابق 2008 ۾ انفارمل اڪانومي 74 کان 91 سيڪڙو تائين پهتل هئي. (مثال طور تازو هڪ نجي ٽي وي تي، مهاڻن بابت هڪ تحقيقي رپورٽ ۾ ٻڌايو ويو تہ ڪراچي اندر 16 لک مهاڻا موجود آهن جن منجهان صرف 11182 رجسٽرڊ آهن.) پاڪستان اندر توانائي جي بحران بہ هن شعبي منجهہ اظافو ڪيو آهي. جنهن سبب ٽيڪسٽائيل جهڙي پنهنجي پيرن تي بيٺل صنعت جو ڪجهہ حصو بہ غير رسمي سيڪٽر ڏانهن منتقل ٿيو آهي. پاڪستان اندر تمام گهڻو پورهيت هن سيڪٽر اندر ڪم ڪري ٿو. جنهن ۾ عورتن ۽ ٻارڙن جو بہ وڏو انگ شامل هجي ٿو. ILO 2004ع مطابق پاڪستان ۾ 264000 ٻار گهريلو پورهيت جي حيثيت ڪم ڪن ٿا. اهڙي ريت غير رسمي سيڪٽر ئي فارملي رسمي معيشت ۽ گهڻ قومي ڪمپنين لاءِ سستي پورهيي ۽ خام مال جو اهم ذريعو آهي. هڪ راءِ مطابق ماضي جي منظم پورهيت تحريڪ جو ٽوڙ حڪمرانن هن شعبي کي اوسر ڏئي حاصل ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ جنس جي مختلف حصن جي ياڙاڪن جو پورهيو هڪ جاءِ تان ختم ڪري انهيءَ کي مختلف جاين تي پورهيتن جي ننڍين ننڍين ٽولين منجهہ ورهائي مقصد حاصل ڪيا ويا آهن. اهو ئي سبب آهي جو رياست عالمي ۽ ڏيهي سرمايي جي خدمت ۾ انهيءَ شعبي جي پورهيتن کي بنا ڪنهن تحريڪ ۽ دٻاءَ جي ڪي رعايتون ڏيڻ نہ ٿي گهري. رعايتون تہ پري جي ڳالهہ پر ڪين ريڪارڊ ۾ بہ آڻڻ ڪون ٿي گهري. ٺيڪيداري نظام گهٽ اجرتون، 10 کان 14 ڪلاڪن تائين جبري پورهيو ۽ غير انساني پورهيي جون حالتون هن شعبي جون اهم خاصيتون آهن. هن سيڪٽر ۾ ڪم ڪندڙ پورهيتن کي سندن پيداواري جاين تي منظم ڪرڻ انتهائي اوکو ڪم آهي، جڏهن تہ صرف سندن رهائشي علائقن منجهہ ئي ڪين گڏائي هڪ قوت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. (جنهن جو هڪ مثال، پنڊي ۽ اسلام آباد ۾ ڪچي آبادين اندر عوامي ورڪرز پارٽي جي ڪامريڊن جو ڪم آهي) جڏهن تہ غير رسمي شعبي جي ڀيٽ ۾ رسمي شعبي جو مزدور (واپڊا، او جي ڊي ايل، ريلوي وغيره) وڌيڪ منظم آهي تنهنڪري نجڪاري خلاف هڪ وڏي تحريڪ ٻيهارڻ جي ذمينداري بہ انهن تي آهي جن سان بعد ۾ غير رسمي شعبي جي پورهيتن ۽ ڪاٻي ڌر يا ڪميونسٽ سياست ڪندڙ ڌرين جي صورت ۾ هارين، شاگردن ۽ عورتن جو ٻيهڻ بہ لازمي آهي.

(3) ٽريڊ يونين تحريڪ جي رياستي پٽ پرائي سان تباهي جا بنياد وڏي پيماني تي ذوالفقار ڀٽي جي دور ۾ پيا. ڀٽي فرانسيسي انقلاب جي هڪ اڳواڻ روبيسپيئري وانگي جن عوامي قوتن آڏار اقتدار تائين رسيو انهن کي ڏاهي پٽ ڪيو ۽ پنهنجي انهيءَ غلطي جو نتيجو پنهنجو سر وڃائي حاصل ڪيائين. ڀٽي جي دور ۾ ٺئي هڪ اداري اندر ڪوڙ سارين ٽريڊ يونين جو بنياد پيو ۽ مزدورن جي يونين ڦي، سندن اجرتن منجهان مٿان مٿان ڪان ڪٽجي، منظورِنظرٽريڊ يونين اڪائونٽ ۾ داخل ٿيڻ لڳي، جنهنجو هڪ نتيجو اهو نڪتو تہ تمام گهڻو پيسو يونين جي هٿ لڳو ۽ پيو اهو تہ يونين عهديدارن جو پنهنجي پورهيتن سان سڌو رابطو ڪٽجي ويو. جيڪي هاڻ مل مالڪن ۽ پورهيتن ۾ ثالثي جو ڪردار ادا ڪرڻ لڳا. مزدور رهنمائن جي موقعي پرست رجحانن منجهہ اظافيٰ جو هڪ هاڻوڪو اهم ڪارڻ اين جي اوز آهن.ڪمزور ٿيندڙ ڪميونسٽ تنظيمن جي ڪوڙ ساري ڪيڊر کي نيو لبرل نظام اين جي اوز جي صورت ۾ پاڻ ڏانهن ڇڪيو. پورهيت تحريڪ سان رابطن کي ڪجهہ ماضي جي سرخن ڪيش ڪرايو۽ مزدورن جي آڙ ۾ پنهنجا پيٽ بہ ڀريا تہ پورهيت تحريڪ منجهان مزاحمتي عنصر جو خاتمو بہ ڪيو. فيصل آباد جي پاور لومز جي لکين پورهيتن جي اها ئي عجب ڪهاڻي آهي. اهو عمل اڄ سوڌي جاري آهي. اين جي اوز جو گهڻو تڻو زور غير رسمي شعبي، هوم بيسڊ پورهيتن ۽ ڪيت مزدورن تي رهيوآهي. نجڪاري مخالف تحريڪ ۾ يا پورهيت دشمن قانونن خلاف اين جي او اسپانسرڊ پورهيت تنظيمون شروع ۾ تہ وڏي جوش و خروش سان لهنديون پر آهستي آهستي فنڊن جي اٿهوند جو بهانو ڏئي منظر تان هٽي وينديون آهن.

(4) ڪميونسٽ سياست جو ماسڪو ۽ پيڪنگ لائين ۾ ورهائجڻ جا بہ ناڪاري اثر پورهيت اتحاد تي پيا ۽ پنهنجي گروهي مفادن سبب سياسي تنظيمن ٽريڊ يونين ليڊرن جي موقعي پرست رجحانن کان ڪن لاتار ڪئي. هڪ پاسي سخت گير موقف ۽ انڊرگرائونڊ اسٽرڪچر سبب تہ ٻي پاسي سڌاريسندي جي ٻي انتها تي ٻيهي سياست ڪرڻ سبب ڪميونسٽ تحريڪ غير نسبتي ٿيندي وئي. نتيجو اهو آهي تہ رياستي پاليسين ۽ ڪجهہ پنهنجي موضوعي غلطين سبب ڪميونسٽ سياست اڄ سوڌي پنهنجي ٻن ڏهاڪن جي ڪوما منجهان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري آهي. سندس پورهيت تحريڪ ۾ اڄ اثر نہ هئڻ جي برابر آهي. ساڳي وقت پنهنجي تمام تر موضوعي ڪوتن باوجود ڪميونسٽ تحريڪ پورهيتن جي ڪيس کي سياسي طور کڻي رهي آهي پورهيتن سان پنهنجي پراڻي عضوياتي ڳانڍاپن کي بحال ڪرڻ جي ابتدائي ڪوششون ڪري رهي آهي. نجڪاري خلاف مستقل مزاجي سان هڪ گڏيل تحريڪ جو حصو هئڻ ڪين مٿي ڄاڻايل مقصد حاصل ڪرڻ ۾ گهڻو مدد ڪري سگهي ٿو. خود هڪ خاص شعبي جي پورهيتن جي ٻين شعبن جي پورهيتن، هارين، سماج جي ٻين محڪوم مظلوم پرتن سان تعلق جوڙڻ ۾ ۽ تحريڪ کي ڪو وڏو عوامي بنياد ڏيڻ ۾ بہ انهن سياسي تنظيمن جو ڪردار اهم ٿي سگهي ٿو.

# ٿر: جتي ٻُڪ وسي، جت ٻار مرن...

شاهه عنايت



ٻُڪ ۽ اُڃ ۾ پاهه ٿيل ٿر ۾ آيل هاڻوڪي ڏُڪار ۾ (هيءَ سٽون لکڻ مهل تائين) ٽي سو کان مٿي ماڻهو اجل جو شڪار ٿي چُڪا آهن جن ۾ تمام وڏو تعداد ٻارن جو آهي ۽ جيڪو سلسلو اڃا تائين جاري آهي. جيئوٽيڪ فيبروري مهيني ۾ اخبارن ۽ ٽي وي چينلن تي اچڻ بعد ٿي اهو معاملو تمام گهڻي تيزيءَ سان هر خاص ۽ عام جي بحث جو موضوع بڻيو ۽ ان معاملي تي هڪ تحرڪ جنم ورتو تنهن هوندي به نه ته هيءَ هاڻوڪو ڏڪار ڪا مهيني ڏيڍ جي ڪهاڻي آهي ۽ نه ئي معاشي توڙي انتظامي طور وانجهيل ٿر ۾ موجود ٻُک ۽ بدحاليءَ جو راڪاس ڪو فطري حادثو آهي.

ٿر ۾ آيل هن هاڻوڪي ڏڪار ڪانپوءِ پيدا ٿيندڙ صورتحال کي مناسب انداز ۾ سنڀالي نه سگهڻ سبب سنڌ سرڪار تي ٿيندڙ تنقيد جو جواب سنڌ حڪومت پهرئين ڏينهن کان ئي اهو ڏيندي آئي آهي ته اصل ۾ ٿر ۾ ڪو ڏڪار آهي ئي ڪونه فوت ٿيندڙن ۾ اڪثريت ٻارن جي آهي جيڪي ڏڪار سبب نه پر مختلف بيمارين سبب فوت ٿيا آهن ۽ جيڪا پڻ ٿر جي حوالي سان ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. ڏٺو وڃي ته سنڌ سرڪار جي ان بيان ۾ گهڻي ڀاڱي صداقت ٿي آهي. ٿر ۾ آيل هاڻوڪي تباهي ڪو فطري ڏڪار نه پر سنڌ حڪومت جي نااهلي ۽ سرمائيدارانه ڦُرلٽ جو لازمي نتيجو آهي.

ٻاويهه هزار چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل ريگستان "ٿر" جي لڳ ڀڳ اڌ حصي (10638 چورس ڪلوميٽر) تي مشتمل ضلعو ٿرپارڪر جتي هڪ پاسي معدني وسيلن

(جهڙوڪ ڪوئلي) سان مالا مال آهي، اتي ئي ٻئي پاسي اهو ئي ضلعو ٻڪ بدحالي ۾ معاشي توڙي انتظامي سهولتن جي اڻ هوند سبب گڏيل قومن جي هڪ ذيلي اداري "ورلڊ فوڊ پروگرام" جي هڪ رپورٽ مطابق پوري مُلڪ جي (120) ضلعن منجهان سڀني کان وڌيڪ پٺتي پيل ضلعو آهي. ٽيرنهن لک آباديءَ واري ان ضلعي ۾ صحت، تعليم، روزگار توڙي ٻين بنيادي سهولتن جي ايتري تہ شديد کوٽ آهي جو ڪيس ٿين دنيا جي تباهہ حال ترين علائقن منجهہ شمار ڪيو ويندو آهي. ايتري وڏي ايراضي ۽ آباديءَ وارو اهو ضلعو رياست جي مجرمانہ بي حسيءَ ۽ بي ڌيانيءَ سبب ٻارهو ئي ان سوڪهڙي کي منهن ڏئي ٿو. چاڪاڻ تہ واريا سو ۽ زراعت لاءِ گهٽ تہ غير موزون علائقو هجڻ سبب ان ضلعي کي تازي دريائي پاڻي جي فراهمي ڪڏهن بہ واڳ ڌڻين جي ايجنڊا ئي ناهي رهي. نتيجي طور ضلعي جي سئو چاهٺ (166) ديهن منجهان مٿين (9) ۾ ايراضيءَ جي لحاظ کان ضلعي جي صرف ڏهين حصي تائين تازو پاڻي پهچي ٿو. باقي سڄو ضلعو باراني آهي يعني مڪمل طور مينهن جي آسري تي هلي ٿو.



سرڪاري انگن اکرن موجب پنهين پنجاهہ سالن ۾ ٿر ۾ ڪُل 24 سوڪهڙا اچي چُڪا آهن. يعني سراسري طور هر ٻن سالن ۾ هڪ ڀيرو ٿر ۾ مينهن گهٽ پوڻ جي شديد کوٽ جنم وٺي ٿي. جنهنڪري هڪ پاسي تہ چراگاهن جي سُڪي سڙي وڃڻ سبب ٿري ماڻهن جي گذر سفر جي سڀ کان وڏي وسيلي "مال متاع/ ڍورڍڳن" کي ڪاپاري ڌڪ لڳي ٿو. ٻي ٻئي پاسي عام واهپي لاءِ تہ ٺهيو پر پيئڻ لاءِ پڻ پاڻي اڻ لڀ ٿي وڃي ٿو. (ياد رهي تہ اهو ٿرپارڪر ضلعو ئي آهي جيڪو لڳ ڀڳ 50 لک رڍن، ٻڪرين، مينهن ۽ اٺن ٿي ٻين گهريلو جانورن ذريعي سڄي صوبي جي کير، گوشت ۽ چمڙي جي ضرورت جو ستر سيڪڙو پوراءُ ڪري ٿو) حيراني جي ڳالهہ اها آهي تہ ايترن تڪڙن ۽ مستقل طور ايندڙ سوڪهڙن کي منهن ڏيڻ باوجود مُلڪ جي ستهٺ (67) سالن جي تاريخ ۾ هن ضلعي کي تازي ۽ صاف پاڻيءَ جي فراهميءَ لاءِ ڪڏهن بہ ڪي سنجيده قدم ناهن کنيا ويا تباهيءَ جي حداِها آهي تہ ضلعي جي تيرنهن لک آباديءَ منجهان صرف بہ لک ماڻهن تائين ئي تازو پاڻي پُهچي ٿو باقي سموري آبادي سدائين "ابر آسري" ئي رهي ٿي.

هندستان ۽ پاڪستان ۾ ورهايل ان ريگستان جي ٻنهي حِصن کي جيڪڏهن هڪ ٻئي سان ڀيٽي ڏسجي تہ هن رياست ۽ سنڌ حڪومت جي مجرمانہ غفلت اجا وڌيڪ چٽيءَ طرح نظر اچڻ لڳندي، هن وقت جڏهن بارڊر جي هِن پار اها تباهي اجا

جاري آهي، تڏهن ڪجھ ئي ڪلوميٽرن جي فاصلي تي بارڊر جي هُن پار سرسبز چراگاهون نظر اچن ٿيون ۽ اُتان ڪنهن بہ قسم جي ڏڪار جون خبرون ٻڌڻ ۾ نہ ٿيون اچن. جيتوڻيڪ هندستان حڪومت پڻ سندس صحرائي صوبي راجستان جي ترقيءَ لاءِ ڪي تمام وڏا انقلابي قدم کڻنا آهن. تنهن هوندي بہ ان صوبي کي تازي پاڻيءَ جي فراهميءَ لاءِ چار سئو (400) ڪلوميٽر ڊگهو اندرگانڌي ڪئنال کوٽائي ۽ ان منجهان ئي مختلف شاخن ۽ پائيپ لائينن ذريعي راجستان جي هڪ وڏي حصي کي صاف پاڻيءَ



جي فراهمي يقيني بڻائي هندستاني حڪومت گهٽ ۾ گهٽ سوڪهڙي ۽ ان جي نتيجي ۾ جنم وٺندڙ ڏڪار جي خطرن کي تمام گهٽ ڪري ڇڏيو آهي.

سنڌ رليف ڊپارٽمينٽ جي ڏنل انگن اکرن مطابق ٿر ۾ آيل هاڻوڪو ڏڪار پنين 50 سالن ۾ آيل سوڪهڙن ۾ سڀني کان وڌيڪ موتمار ثابت ٿيو آهي. جنهن ۾ هن وقت تائين ضلعي جو 70 کان 90 سيڪڙو لائيو اسٽاڪ (مال متاع) سوڪهڙي سبب پيدا ٿيندڙ حالتن ۽ بيمارين جي ور چڙهي ختم ٿي ويو آهي نہ صرف ايترو پر لکن جي تعداد ۾ خاندان کاڌ خوراڪ جي شديد کوٽ کي مُنهن ڏئي رهيا آهن جنهن سبب سوين موت پڻ واقع ٿي چڪا آهن. ان سڄي تباهي ۾ جتي حڪومتي ۽ رياستي سطح تي موجود شعوري ڪن لاتار ذريعي ڇاڻي واڻي پيدا ڪيل سوڪهڙي جو بنيادي ڪردار آهي، اتي ئي حڪومتي توڙي رياستي سطح تي هن علائقي سان ڪيل ڪي بيون زيادتيون پڻ اهم آهن، جن هن هاڻوڪي بحران پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

ٿرپارڪر ضلعو هن رياست اندر شروع ڏينهن کان ئي ڪنهن ويڳي ٻار جيان تڙيل ۽ ڌڪاريل رهيو آهي. سنڌ جي مختلف علائقن جي ترقيءَ بابت انگن اکرن تي ٻڌل 2010ع جي هڪ سرڪاري رپورٽ مطابق تيرنهن لک آباديءَ واري ان ضلعي ۾ صحت کاتي جي صورتحال اها آهي تہ پوري ضلعي اندر ڪُل ملائي ٽي سرڪاري تعلقي اسپتالون ۽ 32 بنيادي صحت مرڪزئي آهن جن ۾ (2010ع تائين) 139 ڊاڪٽر پرتي ٿيل آهن. جن منجهان پڻ اڪثر ضلعي کان ٻاهر وڏن شهرن اندر ئي پنهنجي ڪاروبار ۾

مصروف رهن ٿا. تنهن هوندي بہ جيڪڏهن ضلعي جي ڪُل آباديءَ ڪي 139 ڊاڪٽرن ۾ ئي ورهائجي تڏهن بہ ڏهہ هزار کان مٿي ماڻهن لاءِ فقط هڪ ڊاڪٽر ميسر ٿئي ٿو جيڪا هڪ تشويشناڪ صورتحال آهي. صحت جي سهولتن جي ايتري شديد اڻاٺ سبب هي ضلعو سنڌ جي ٻين علائقن جي نسبت انتهائي پُٺتي پيل آهي. مٿي ذڪر ڪيل رپورٽ ۾ ئي هن ضلعي اندر صحت جي مجموعي صورتحال بابت ڏنل انگ اکر چرڪائيندڙ آهن. رپورٽ ۾ چيو ويو آهي تہ پنج سال تائين جي عمر وارن ٻارن جي پوليو، خناق، ڪرٽيو، نمونيا ۽ ارڙي جهڙين بيمارين کان بچاءَ لاءِ ٿيندڙ ويڪسينيشن جي حوالي سان هي ضلعو سنڌ جي 23 ضلعن منجهان 22 نمبر تي آهي ڇاڪاڻ تہ منجهس اڌ کان وڌيڪ (لڳ ڀڳ 54 سيڪڙو) ٻارن جي ڪنهن بہ قسم جي ڪابہ ويڪسينيشن نہ ٿيل آهي. رپورٽ ٻڌائي ٿي تہ سڄي ضلعي ۾ پيدا ٿيندڙ ٻارن جو صرف ساڍا تيرنهن سيڪڙو ئي ڪنهن تربيت يافتہ دائيءَ جي مدد سان جنم وٺي ٿو باقي 86 سيڪڙي کان مٿي ويم غير تربيت يافتہ داين هٿان ٿين ٿا جنهن جو لازمي نتيجو ويم دوران عورتن يا ٻارن جي وڏي تعداد ۾ مرڻ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. ضلعي اندر ڪامياب ويم بعد ٿوري ئي عرصي ۾ ٻارڙن جي مرڻ جي شرح (Infant Mortality Rate) 8.7 سيڪڙو آهي جيڪا سڄي ملڪ جي سراسري شرح 7.4 سيڪڙو کان پڻ مٿي آهي.

صحت جي حوالي سان سڄي سنڌ ۽ کوڙ سارن معاملن ۾ سڄي ملڪ کان وڌيڪ پُٺتي پيل هي ضلعو معاشي حوالي سان پڻ تمام گهڻو نظرانداز ٿيل آهي. جيتوڻيڪ سنڌ جي سمورن شهرن توڙي ٻهراڙين سان ان معاملي ۾ هڪ جهڙيءَ ئي جُٽ ٿيل آهي يا جيڪڏهن ايئن ڪٿي چئجي تہ اها معاشي پستي سامراجي استحصال جو شڪار سڄي ٽين دنيا جي عمومي خاصيت آهي تہ ڪا گهڻي غلط ڳالهہ ڪانہ ٿيندي. تنهن هوندي بہ ٿر يا ان جهڙا ٻيا علائقا ميداني علائقن جي ڀيٽ ۾ ٻيڻي تنزل ۽ پيچ ڊاهہ جو شڪار هجن ٿا. سنڌ جي شهرن ۾ جتي گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي ٻهراڙين جي ڀيٽ ۾ ئي سهي پر تعليم ۽ روزگار جي موقعن جي حوالي سان



صُورتحال ڪنهن قدر بهتر آهي. اتي ئي سنڌ جي ميداني ٻهراڙين ۾ ٻيو ڪجهہ نہ تڏهن بہ زراعت ۽ ان سان لاڳاپيل ڌنڌن ذريعي ماڻهن جو معاشي ڪاروهنوار هلندو رهي ٿو. پر ٿر جتي نہ نہ شهرن جيان تعليم ۽ روزگار جا گهڻ پاساوان امڪان آهن ۽ نہ ئي ٻهراڙين

جيان ڪا زرعي معيشت، اُتي ماڻهن جو گهڻو ڪاروبار مال متاع/ ڍور ڍڳا پالڻ ذريعي ئي هلي ٿو. مٿي ذڪر ٿي چڪو تہ تيرنهن لک آباديءَ وارو هي ضلعو لڳ ڀڳ 50 لک گهريلو جانورن ذريعي ڪراچي سميت سڄي صوبي جي کير، گوشت ۽ چمڙي جي ضرورت جو اندازاً 70 سيڪڙو تائين پوراءُ ڪري ٿو. پر ٿر جي ماڻهن جو ايتري وڏي پئماني تي ان قسم جي معيشت تي ڀاڙڻ (جيڪا پڻ سندن مجبوري ئي آهي) سندن لاءِ تمام گهڻو هاڃيڪار ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ڪنهن مستقل آبپاشي سرشتي کان وانجهيل ٿر ۾ (ماڻهن ۽ جانورن لاءِ) غذائي جنسن جي منصوبا بند پوکي واهي تہ ٺهيو پر برپٽن ۾ جهنگلي ٻوٽن ۽ گاهہ وغيره جو ڦٽڻ پڻ مينهن تي ئي آڌاريل آهي ۽ مينهن جي شديد قلت ۽ ان جي نتيجي ۾ جنم وٺندڙ مستقل سوڪهڙن سبب ٿر جي گهڻي ڀاڱي آباديءَ جي گذر سفر جي ان واحد ذريعي کي پڻ ڪاپاري ڌڪ لڳي ٿو. ڏنو وڃي تہ ان ڏس ۾ صورتحال ڏينهون ڏينهن ويتر وڌيڪ خراب ٿيندي پئي وڃي. ٿر ۾ آيل هن هاڻوڪي شديد ڏڪار ۾ ماڻهن جي ايتري وڏي تعداد ۾ متاثر ٿيڻ جا جتي ٻيا ڪوڙ سارا سبب آهن اتي ئي هڪ اهم سبب تمام وڏي تعداد ۾ کير ۽ گوشت ڏيندڙن جانورن جو مرڻ پڻ آهي. هڪ محتاط اندازي مطابق هن تازي سوڪهڙي ۾ ٿر جي ڪُل لائيو اسٽاڪ جو 70 کان نوي سيڪڙو ميسارجي چڪو آهي. اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ سرڪاري طرفان ماضيءَ ۾ ضلعي اندر مختلف هنڌن تي پوکرايل وڻن جو هڙهيون ۽ چراگاهون (جن کي علاقائي زبان ۾ گوئنچر چيو ويندو آهي) پڻ هاڻي گهڻي ڀاڱي ختم ٿي چڪيون آهن ڇاڪاڻ تہ ويجهي ماضيءَ ۾ علاقائي وڏيرن ۽ سرڪاري آشيرواد هيٺ هلندڙ ٺيڪيدارن جي قبضي هيٺ آيل انهن چراگاهن منجهان گهڻا وڻ ڪٽجي صاف ٿي چڪا آهن.




رياستي توڙي حڪومتي سطح تي ٿر سانُ ڪن ڏاهڪن کان جاري ان ماتيلي ماءُ واري سلوڪ کي مختصر طور جانچڻ بعد اهو ڪاٿو لڳائڻ ڪو گهڻو مشڪل نہ اهي تہ هن علائقي ۾ ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ وچٿرو سوڪهڙو پڻ ڪيتري تباهي مچائي سگهي ٿو. پر سوال اهو آهي تہ جيڪا رياست ۽ سندس حڪومتي سرشتو هن علائقي ۽ ان جي ماڻهن جي بهتري نہ بہ سهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ممڪن بچاءُ لاءِ ئي پنهنجين ست ڏاهڪن ۾ ڪي سنجيده

قدم کڻي ناهي سگهي. ان منجهان ڏڪار جهڙي صورتحال ۾ ڪي هنگامي اپاءَ وٺڻ جي ڪيتري اميد ڪري سگهجي ٿي؟

حقيقت هيءَ آهي تہ اها ٻڪ بدحاليءِ ۽ ڪسمپرسي، سرمائيداري ۽ عالمگير سامراجي نظام ۾ پنتي پيل قومن ۽ طبقن جي مسلسل ۽ مستقل استحصال جو لازمي اظهار آهي. دنيا ۾ ان ۾ موجود وسيلا اڄ ترقيءَ جي اُن نهج تي پهچي چُڪا آهن جو ان کان سوين دفعا خطرناڪ فطري حادثن کي مُنهن ڏيڻ ۽ ماڻهن کي (Rahablitate) ڪرڻ ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. آمريڪا يا پڻ اوپر ايشيائي مُلڪن ۾ آيل خطرناڪ سامونڊي طوفانن جا مثال اسان جي سامهون آهن تہ ڪيئن انهن علائقن ۾ ايتري وڏي تباهيءَ کان اڳ ۽ پوءِ ڪجهہ ڏينهن يا هفتن اندر صورتحال تي ممڪن ضابطو آندو ويو. ٻئي پاسي جيڪڏهن ٿر جي ماڻهن جو وڏي ۾ وڏو ڏوهہ ئي اهو آهي تہ وٽن برسات گهٽ ٿي پوي (جنهن جي سزا هو ورهين کان ڀوڳي رهيا آهن) تہ پوءِ ٿر کان ڪئي دفعا وڌيڪ وڏي صحرا "عربستان" ۾ اهي ڏڪر چو نہ ٿا اچن؟

سچ اهو آهي تہ اها صرف ۽ صرف سرمائي جي ئي ڪرامت آهي جنهن سبب اتي "جنگل مان منگل" ٿيو پوي ۽ هتي منگل منجهان جنگل! عرب ملڪن خاص ڪري سندن اهم ڪاروباري شهرن جهڙوڪ دُبئي وغيره ۾ تہ توهان مينهن تہ ٺهيو پر ڪجهہ پئسا ڀري برفباريءَ جا مزا پڻ وٺي سگهو ٿا. (ياد رهي تہ دبئي شهر ۾ "اسڪائي دبئي" جي نالي سان اندازاً ٽي ڪلوميٽرن تي پکڙيل مڪمل طور اڻ پسرائيندڙ ۽ هوا بند سينٽر ٺاهيو ويو آهي جنهن جي ٽڪيٽ ڀري هر ماڻهو ان ريگستان ۾ شِملہ يا مري ۾ ٿيندڙ برفتارري جهڙا مزا وٺي سگهي ٿو.) بس پوءِ اچي اچي اهي ٽين دنيا جون پيڙهيل قومون ۽ طبقا ئي بچن ٿا جن کي هميشہ دٻائي يا ٻهلائي هر قسم جي ڏاڍ، ڦرلٽ ۽ زيادتي کي ڪڏهن 'گناهن جي سزا' تہ ڪڏهن 'خدائي قهر'، ڪڏهن فطري ڏڪار تہ ڪڏهن قدرتي آفت سمجهي، ڀِيت ڏيئي ڳهي وڃڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو. هڪ ڀيرو وري ياد ڏياريندا هلون تہ توڙي جو ٿر جي معاملي جي اخبارنً ۽ چئنلن تي اچي وڃڻ بعد ان معاملي تي بحث ۽ تحرڪ جنم ورتو تنهن هوندي بہ اهو ڏڪار نہ تہ رڳو اَڄ جي ڪهاڻي آهي ۽ نہ ئي رڳو ٿر جي! قومي غذائي رپورٽ (2011) مطابق سنڌ جي 72 سيڪڙو آبادي غذائي کوٽ جو شڪار آهي ۽ هاڻي ٿر بعد سنڌ جي ست ٻين ضلعن ۾ پڻ اهڙي ئي قسم جي ڏڪار اچڻ جا انديشا ڏيکاريا پيا وڃن. پنهنجيءِ ضرورتن کان ڪئي ڀيرا مٿي ان اناج ۽ ٻيون غذائي جنسون اپائيندڙ خِطي جي جيڪڏهن 72 سيڪڙو آباديءَ وٽ پاڻ کائڻ کاڻ پورو نہ هُجي تہ ڇا ان کي پڻ ڪو فطري ڏڪار سمجهجي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ اهي ڏڪر ۽ آفتون اوستائين ٿر، سنڌ ۽ انهن جهڙن ٻين خطن جو مقدر بڻيل رهندا جيستائين اهي پاڻ اُٿي اُن لِکئي کي مِٽائي نہ وجهن.

# طالبان خلاف آپريشن يا ڳالهيون؛ ڪڏهن پري ۾ ڪڏهن پاڪر ۾

ڪبير



افغانستان اندرسويت يونين جي واپسي ڪانپوءِ جي خانہ جنگي ۾ پاڪستان جي هٿيار ڏاهيندڙ ادارن اندر هڪ نئون گرنيٽ، طالبان نالي سان ڏاهيو هيو. هن گرنيٽ ڏاهڻ لاءِ گهربل سرمايو( آمريڪي ڊالر ۽ سعودي ريال) پاڪستاني عسڪري توڙيَ سويلين قوتن جمع بہ افغان جنگ دوران ڪيو هيو. هن گرنيٽ (طالبان) افغانستان اندر باقي بچيل انفرا اسٽرڪچر جي تباهي کي پورو ڪري، سپ ڪانوڊيڪ تباهہ ڪن قوت طور پنهنجو پاڻ ملهايو ۽ ڪابل تي حڪمرانيَ جو سائو پٽڪو پاتو. هڪ دور ۾ جهجهي تعداد ۾ تيار ٿيل اهي گرنيٽ جيڪي نائين اليون جي واقعي ڪانپوءِ افغانستان اندر استعمال ٿيڻ کان بچي ويا تن واپس پنهنجي جنم ڀومي پاڪستان جو رخ ڪيو. ڪجهہ انگ اکرن مطابق ڪي 35 لک عام افغاني،گرنيٽن جي هڪ وڏي تعداد سان گڏ فاٽا ۽ بلوچستان جي علائقن ۾ ٽانئڪا ٿيا. جن جو تفصيل ڪجهہ هن ريت آهي.

| علائقو | اصل آبادي | پناهگير آبادي |
|---|---|---|
| خرم | 289,000 | 347,146 |
| چگئي | 120,000 | 166,038 |
| اتر وزيرستان | 235,000 | 195,691 |

| باجوڙ | 287,000 | 195,691 |
|---|---|---|
| ڪوهاٽ | 538,000 | 228,284 |
| پشين | 374,000 | 168,509 |

گرنيٽن جوڪم ڦاٽڻ هوندو آهي سو پنهنجي افغان گرنيٽن جي تعاون سان جلد ئي انهن گرنيٽن پاڪستان جي هٿن ۽ حدن ۾ ڦاٽڻ شروع ڪيو. جنهنجي آخري قيمت هن ملڪ جو عام عوام، شيعه ۽ غير مسلم شناختون ڏئي رهيون آهن.( دهشتگردي جي عام ڪاروائين کان سواءِ پنين ڏهه سالن ۾ پاڪستان اندر 1144 موت فرقيوار دهشتگردي جي ڪري ٿيا آهن يعني هر ٽيئن ڏينهن هڪ موت) انهن گرنيٽن جي عوام ڪش قوت ۾ اضافو تڏهن ڏسڻ ۾ آيو جڏهن مشرفي آمريت دوران سندن اتحاد تحريڪِ طالبان پاڪستان (ٽي ٽي پي) جي صورت ۾ جڙيو. جڏهن پاڪستان جي رياست اهو محسوس ڪرڻ شروع ڪيو تہ سندن عوام ڪش قوت جي هڪ هٿي هاڻ حملي هيٺ آهي ۽ ڪيس هزارين عام ماڻهن سميت عسڪري ادارن سان لاڳاپيل 6000 ماڻهن جا لاشا دفن ڪرڻا پيا تڏهن کان رياست هڪ پاسي گرنيٽن کي آمريڪي ڊرون حملن ۽ موقعو ملڻ تي پاڻ فضائي حملا ڪري انهن جي علائقن ۾ ڦاٽڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي تہ ٻي پاسي انهن گرنيٽن سان امن ڳالهين جا ڪيترائي دور هلائي چڪي آهي ۽ جنهنجي تازي قسط خيرن سان اڃا جاري آهي.

شروع ۾ طالبان طرفان ڳالهين لاءِ ڏنل نالن ۾ پي ٽي آءِ اڳواڻ عمران خان جو نالو بہ ڏنو ويو ۽ ڏنو بہ ڇو نہ وڃي جو عمران خان شروع کان ئي انتهاپسند قوتن ڏانهن نرم رويو رکندو آيو آهي ۽ هُن تہ گهڻو اڳ طالبان کي اسلام آباد ۾ هڪ آفيس ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي هئي پيو اهو تہ ڊرون حملن خلاف سندس تنظيم مختلف وقتن تي تحريڪون بہ هلائيندي رهي آهي. بهرحال آخر طالبان طرفان ڳالهين لاءِ جيڪا ڪاميٽي ظاهر ٿي انهيءَ منجهہ "طالبان جو ابو" وارو لقب ماڻيندڙ ملو سميع الحق، لال مسجد جو خطيب عبدلعزيز ۽ جماعتِ اسلامي جو اڳواڻ ابراهيم خان شامل هيا. جڏهن تہ حڪومت طرفان ظاهر ڪيل ٽيم ۾ عرفان صديقي، اڳوڻو سفارتڪار رستم شاهہ محمد، صحافي رحيم الله يوسف زئي ۽ اڳوڻو آئي ايس آئي آفيسر ميجر رٽائرڊ محمد عامر شامل هئا. ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو تہ سخت طالبان جون ڳالهيون نرم طالبان سان هيون. بهرحال ڳالهين جو پهريون دور شروع ٿيو ۽ انهي سان گڏ ٻنهي پاسن جون شرطون بہ عوام سامهون آيون. حڪومت جو زور هيو تہ 1. ڳالهيون آئين جي دائري ۾ ٿيندون 2. ڳالهين کان پهرين طالبان هٿيار ڦٽا ڪندا ۽ رياست جي رِٽ کي تسليم ڪندا. ڳالهين جا نتيجا صرف قبائلي علائقن تائين محدود ٿيندا. طالبان طرفان شرط واضح ڪيا ويا تہ 1. حڪومت آئين کي ترڪ ڪري قرآن ۽ سنت جي روشني ۾ شريعت جو اطلاق ڪري. 2. فاٽا جي قبائلي علائقن منجهان فوج ۽ پيرا ملٽري فورسز جي نيڪالي ٿئي. 3. حڪومت آمريڪا سان سمورا لاڳاپا ختم ڪندي ۽ قيد طالبان رهنمائن کي آزاد ڪندي. انهن



شرطن کي ڏسي ئي چئي سگهجي ٿو ته ڳالهيون ناممڪن هيون پر هندستاني ڳائي : جب "هوني کو انهوني کردي، انهوني کو هوني، ايک جگهه جب جمع هون تينون (شريف)" سامراج يا سعودي شريف ، نوازشريف ۽ جنرل راحيل شريف. اهڙي ريت ٽي ٽي پي ۽ حڪومت ۾ ڳالهين جي باقائده شروعات 6 فيبروري کان ٿي پر ساڳي وقت ٻنهي پاسن کان ننڍا ٽڪي به هلندي رهي. ان وچ ۾ طالبان طرفان 20 حملا ڪري 120 ماڻهن کي به قتل ڪيو ويو. ڳالهين جو اهو دور جلد ئي ختم ٿي ويو جڏهن ڪجهه طالبانن خلاف ڪاروائي جي جواب ۾ ٽي ٽي پي پاڪستاني پيرا ملٽري فورسز جي 23 قيدي مغوين جا سر ڌڙ کان الڳ ڪيا. موٽ ۾ سندن چوندڊ ٺڪاڻن تي پاڪستاني هوائي فوج حملا ڪري کين سخت نقصان ڏنو. بعد ۾ طالبان، حڪومت طرفان ڪنهن ٻي امڪاني هوائي حملي نه ڪرڻ جي يقين دهاني ڪانپوءِ، آچيل جنگبندي جي آجيان ڪئي ۽ سمورن طالباني ڌڙن کي هڪ مهيني تائين جهادي ڪاروايون نه ڪرڻ جي اپيل ڪئي. اهڙي ريت ڪڏهن ڳالهيون ته ڪڏهن آپريشن جو موسم بدلبو رهي ٿو . پري ۽ پاڪر جي انهي آکاڻي جو اجا تائين ڪو انت ڏسڻ ۾ ڪونه پيو اچي. رياست پاران تحريڪ طالبان پاڪستان سان ٽڪراءُ ۽ ناهه تي لتا جو اهو ڳانو ياد اچي وڃي ٿو ته

رات هوتي هي تو دلها بن جاتا هي
صبح هوتي طلاق دي جاتا هي

## ڳالهيون يا آپريشن ۽ دهشتگردي جا سماجي بنياد:

امن؟ ڳالهين جو پلڙو تڏهن ڀاري ٿيو جڏهن سعودي حڪومت جي آشيرواد سبب ماضي ۾ بچي ويل مسلم ليگ ن جي قيادت مرڪز ۾ حڪومت ٺاهي. هن ئي حڪومت تي ساڳي وقت اهو دٻاءُ به موجود آهي ته بنا شرط گرنيٽن خلاف آپريشن ڪري. پر سچ اهو آهي ته پاڪستان جا حڪمران طبقا تحريڪ طالبان پاڪستان ڏانهن رويي تي ورهايل نظر اچن ٿا. حڪومت، عوام جي سامهون ڳالهين ۽ آپريشن جا به آپشن رکي ڪري ٻين سمورن آپشنن تي منڌيٽڙو پائي ڇڏيو آهي. عوامي قوتن جو پاسو ڪمزور هئڻ ڪري، انهي سڄي مامري تي عوامي نقطه نظر، هڪ ٽيون ڊسڪورس يا آپشن جي صورت نه وٺي سگهيو آهي. مذهبي ڌرين سان گڏ پي ٽي آءِ جهڙين جماعتن جو زور ڳالهين تي ۽ پي پي، سني تحريڪ ۽ ايم ڪيو ايم سميت ٻين پارٽين جو زور آپريشن تي آهي. پر انهن منجهان ڪا به پارٽي دهشتگردي جي سماجي بنيادن تي ڳالهائڻ لاءِ تيار

ناهي. سبب واضح آهي، اهي سمورا بنياد اگهاڙا ڪرڻ سان سندن حڪمراني جي اوگهڙ عيان ٿئي ٿي. اهڙي ريت پاڪستان اندر غالب لبرل نقطہ نظر وٽ انهي مسئلي جو ڪو حل ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ اهي مسئلا نيو لبرل پاليسين ۽ لبرل نظريي ۽ نظام جا پيدا ڪيل آهن. جيڪي دهشتگردي ۽ انتها پسندي جي هر صورت کي سماجي معاشي لاڳاپن کان ڪٽي ڪري ڏسن ۽ ڏيکارين ٿا ۽ سماج اندر استحصال ۽ ڦرلٽ کي جاري رکي، انهيءَ کي قانوني شڪل ڏين ٿا. جيئن تہ مذهبي انتهاپسندي ۽ دهشتگردي، انڌي منڌي جمهوري حاصلاتن خلاف حقيقي خطرو اج تڏهن بڻي آهي، جڏهن انهي جا سماجي بنياد مظبوط ٿيا آهن. تنهن ڪري انهي جي خاتمي جون ڪوششون بہ تڏهن ڪامياب ٿينديون جڏهن اهي سماجي دائرن ۽ حقيقي بنيادن تي ڪيون وينديون. باقي رياستي سطح تي ڪيل ڪوششون پوءِ اهي ڳالهيون هجن يا آپريشن، عارضي ريليف جي صورت ۾ ظاهر ٿينديون. سوال پيدا ٿئي ٿو تہ اهي سماجي بنياد ڪهڙا آهن؟

اينتمي طاقت هئڻ تي ٽڪندڙ هن رياست جو سچ اهو آهي تہ ملڪ جي 60 سيڪڙو آبادي غربت جي ليڪ هيٺ رهي ٿي ۽ ماهوار 6500 رپين کان بہ گهٽ آمدني رکي ٿي. (ورلڊ بينڪ جي 2013 جي رپورٽ) هي انگ اکر سنڌ، بلوچستان ۽ قبائلي علائقن ۾ اڃا گهٽو وڌيو وڃن. سرمائيدارانہ ڦرلٽ جهڙي ريت اتي جڳن کان رهندڙ ماڻهن جي پيرن هيٺان زمين کسڪائي رهي آهي، تنهن خلاف مزاحمت جو پيدا ٿيڻ بہ اٽل آهي. بک بدحالي خلاف جهد جي نئين صورتن جي اڀرڻ سبب ماڻهن جو پراڻن نظرين ڏانهن




موٽ ڪائڻ فطري آهي ۽ اهو عمل اتي وڌيڪ تيز ٿئي ٿو جتي سرمائيداريءَ کان اڳ جون باقيات موجود آهن ۽ جن جو جديديت سان بہ تضاد پيدا ٿئي ٿو. نہ صرف اهڙن سماجن پر شهرن جي وچولي واپاري طبقي منجهہ بہ انهي انتهاپسنديءَ ڏانهن جهڪاءُ کي آساني سان پسي سگهجي ٿو جيڪو پنهنجي زندگيءَ جي معيار ۾ تمام تڪڙيون هيٺ

مٿانهيون ڏسي رهيو آهي. سون تي سهاڳو ڏينهن ـ ڏينهن مهانگوٿيندڙ طبقاتي تعليمي نظام آهي جنهنجي جاءِ تمام گهڻي تيزي سان مدرسا پُري رهيا آهن. پاڪستان ٺهڻ مهل ملڪ ۾ 246 مدرسا هئا. جن منجهه تمام گهڻو اضافو ضياالحق پاران رياست ۽ سماج جي اسلامائيزيشن جي نتيجي ۾ ڏسڻ آيو ۽ 1988 ۾ مدرسن جو انگ وڌي 2861 ٿيو جيڪو اڄ 28982 تائين پهتو آهي. حڪومت پاران ڏنل انگ اکرن مطابق مدرسن جو تعداد 20000 آهي جنهن ۾ 30 لک شاگرد پڙهن ٿا. مدرسن جي ڪل تعداد منجهان 11000 مدرسا ديوبندي فرقي سان سلهاڙيل آهن ۽ حساس قرار ڏنل آهن. ملان عمر ڪانوني، حڪيم الله محسود تائين جا اڪثر طالبان ليڊر انهن مدرسن جي پيدوار آهن.



انهن مدرسن کي نـ صرف ملڪ منجهان پر عرب امارات ۽ سعودي عرب طرفان بـ تمام گهڻي فنڊنگ ٿي رهي آهي ۽ حڪومت اڄ تائين مدرسن جي رجسٽريشن، عمل ۾ ناهي آڻي سگهي ۽ نـ ئي وري سندن ٿيندڙ معاشي مدد تي ڪو بـ چيڪ اينڊ بيلنس لاڳو ڪري سگهي آهي. ايئن ڪونهي تـ صرف مدرسا ئي آهن جيڪي انتهاپسندي جي لاءِ خام افرادي قوت پيدا ڪندا رهن ٿا. پر پاڪستان اندر سرڪاري توڙي نجي تعليمي نصاب بـ تاريخي ڪوڙ ۽ جهادي مواد سان پريو پيو آهي ۽ ٻارن توڙي نوجوانن جي ذهنن کي زهريلو بڻائي رهيو آهي. طالبان سان سلهاڙيل ۽ ٽائيم اسڪوائر تي حملي جو مُکُ ڪردار فيصل شهزاد هڪ انگلش ميڊيم اسڪول منجهه پڙهيو هيو ۽ ڪڏهن بـ مدرسن ۾ نـ ويو هيو. هڪ تحقيق مطابق حرڪت المجاهدين جي مارجي ويل 800 ماڻهن منجهان صرف 188 ڄڻن مدرسن منجهان تعليم پرائي هئي، باقي ٻيا رياستي اسڪولن منجهان پڙهي نڪتا هئا. انهي سموري صورتحال جو نتيجو اهو آهي تـ اڄ طالبان جي مخالفت بـ ساڳي سمجهه، ٻولي، يا ائين ڪٿي چئجي تـ ساڳي مذهبي ڊسڪورس ۽ اصطلاحن ۾ ٿي رهي آهي . طالبان خلاف مختلف وقتن تي پاڪستاني فوج جي ڪيل آپريشنن جا نالا ئي ڏسي وٺو تـ مٿين ڳالهه ثابت ٿي ويندي. 2008 _ 2009 ۾ خيبر ايجنسي اندر آپريشن صراطِ مستقيم، سوات ۾ آپريشن راهِ راست ، اتر وزيرستان ۾ آپريشن راهِ نجات.اهڙي ريت ٻنهي قوتن جو ڊسڪورس، گهڻ ۾ گهڻ ظاهري صورت ۾ ساڳو آهي. نـ صرف ٻنهي قوتن جو پر سماجي سطح تي بحث مباحثن جا عمومي نفسياتي ۽ فڪري دائرا بـ تنگ ۽ محدود ٿي ويا آهن. توهانکي طالبان جي ٻولي ۾ طالبان کي رد ڪرڻو پئجي رهيو آهي. توهانکي اڄ جي دور ۾ شريعيت جي نفاذ جي ممڪنات ۽ امڪاني نفاذ جي صورتحال جي حقيقي اظهار بجاءِ اهو ثابت ڪرڻو پئجي رهيو آهي تـ پاڪستان جو آئين عين شرعي گهرجن موجب آهي. اڄ جي دور ۾

مذهب جي عمومي ڪردار تي ڳالھ رکڻ بجاءِ توهانکي هڪ (شدت پسند) اسلام جي رنگ ڍنگ ڪي، هڪ ٻي اسلام (پُرامن) ٻي وضاحت ۾ تشريحن سان رد ڪرڻو پئجي رهيو آهي. هي اهي سماجي بنياد آهن جيڪي انتهاپسندي ۽ طالبنائيزيشن کي اسرڻ لاءِ آئيڊيل ماحول بخشين ٿا. جيسيتائين اهي اڻڇهيا رهندا، تيسيتائين هڪ سيڪيولر صبح جو خواب ناپيان ٿيڻ جو ڪونهي. چوڻ جو مقصد تہ انهي ڏس ۾ هر ننڍو سڏارو بہ اکين تي پر سماج ۾ نظام جي ڪايا پلٽ بغير سماج جي سيڪيولرائيزيشن ممڪن نہ آهي ۾ لبرل قوتن جو بحران ئي اِهو آهي تہ کين هي ئي نظام گهرجي پر بغير سائيڊ افيڪٽ جي. مامري کي جيڪڏهن ڪنهن هڪ مثال ذريعي سادي انداز ۾ سمجهائي سگهجي ٿو تہ پوءِ ايئن ئي چئي سگهجي ٿو تہ سماج اندر مذهبي دهشتگردي هڪ اهڙي گندي کڏ آهي، جيڪا، رياست جي فاشي ڪردار ۽ نيولبرل پاليسين سبب، ڏينهن بہ ڏينهن وڏي ٿي رهي آهي ۽ پهرين کان جهجهي تعداد ۾ مڇر پيدا ڪري رهي آهي، ٻي پاسي انهي لبرلزم جو اظهار ۽ زور صرف مڇر مارڻ تي آهي نہ ڪي کڏ پرڻ تي. ڇاڪاڻ تہ مڇر مارڻ سان کڏ پرڻ جي حڪمتِ عملي تي عمل پيرا ٿيڻ منجهان مراد موجوده نيولبرل نظام جي خاتمي جي آهي. اهڙي ريت پاڪستان جي عسڪري قوتن منجهان اها اميد رکڻ تہ اها عوام کي طالبان منجهان آزادي ڏياريندي، بلڪل ايئن آهي جيئن آمريڪي سامراج منجهان اها اميد رکڻ تہ هاڻ هو دنيا ۾ انتهاپسندن خلاف سيڪيولر قوتن جي مدد ڪندو. آمريڪي سامراج جي سيڪيولر هئڻ جو سچ هڪ تہ لبيا ۽ هاڻ شام منجهہ ننگو ٿي چڪو آهي، ٻيو اهو تہ آمريڪي سامراج جو سيڪيولر هئڻ جي ڏيک کي پاڻ پاڪستان ۾ ايم ڪيو ايم جي سيڪيولر هئڻ جي دعواي سان پيٽي سمجهي سگهون ٿا، جنهن ۾ هڪ فاشسٽ تنظيم جيڪا نسل پرست بنيادن تي منظم قتل وغارت ڪندي هجي سا طالبان جي مخالفت ڪري عوام جون همدرديون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي.

## اُٽ ڪهڙي پاسي ويهندو؟

انهي سموري صورتحال ۾ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ آخر حڪومتي اُٺ ڳالهين جي پاسي ويهندو يا آپريشن جي پاسي. ماضي کي جيڪڏهن ڏسجي تہ خبر پوي ٿي تہ متان اهو اُٺ ڪنهن بہ پاسي ويهي ئي نہ. ماضي ۾ بہ حڪومت طالبان سان امن ڳالهيون ۽ معاهده ڪندي رهي آهي. مثال طور 2004 ۾ نيڪ محمد سان شڪئي معاهدو 2005 ۾ بيت الله محسود سان ساراروگها امن معاهدو، 2008 ۾ ملان فضل الله سان سوات معاهدو. ماضي جي ڀيٽ ۾ هاڻي صورتحال ڪجهہ انهي معني ۾ تبديل آهي تہ طالباني دهشتگردي جو اسڪيل ماضي جي ڀيٽ ۾ هاڻي لوڪل يا محدود ناهي رهيو پر پوري ملڪ کي انهي پنهنجي اثر ۾ ورتو آهي. پشاور، اسلام آباد، لاهور، ڪوئٽا، ڪراچي تائين سندن مار آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ پاڪستان جي تاريخ ۾ تشدد تي

رياستي هڪ هٿي کي ايم ڪيو ايم ڪانپوءِ وڏو چيلنج جنهن قوت ڏنو آهي سا آهي ٽي ٽي پي. ٻيو اهو تہ مذهبي شدد پسندي جا سماجي بنياد جيئن جو تيئن موجود رهيا آهن تنهن ڪري سامراج بجاءِ آمريڪا دشمني ۽ شريعيت جي نفاذ سميت ڪوڙ سارن طالباني مطالبن تي سماج جي نظرياتي دائرن اندر طالبان جي حمايت پهرين کان وڌي آهي. پر ڇا اهو چئجي تہ ملڪ تي طالبان جي حڪمراني ٿيڻ واري آهي؟ اسان سمجهون ٿا تہ انهيءَ جو جواب اڃا بہ نہ ۾ آهي. انهن ۾ مٿي بحث ڪيل سمورن سماجي بنيادن باوجود ڪجهہ اهڙا محرڪ بہ آهن جيڪي ڪمزور آهن پر سگهارا ٿي سگهن ٿا ۽ اثباتي آهن. مثال طور 1. اڃا تائين انتهاپسندن جي عوامي حمايت اها ڪونهي جيڪا خميني کي ايران ۾ حاصل هئي. 2. عالمي سرمايي ۽ گهڻ قومي ڪمپنين جا مفاد دنيا جي مختلف خطن ۾ انتهاپسند مذهبي قوتن سان گهڻو تضاد ۾ تہ ڪونهن (جيئن پاڪستان اندر جماعتِ اسلامي، هندستان اندر بي جي پي، اخوان المسلمين مصر اندر وغيره) پر طالباني طرزِ حڪومت سندن مفاد ۾ ڪونهي تنهن ڪري عالمي حالتون بہ سندن حق ۾ نہ هيون ۽ نہ آهن. خود سعودي رياست جي اڻ سڌي ريت مدد بہ مشروط آهي. 3. ٽيون محرڪ آهي پاڪستان اندر هلندڙ قومي ۽ طبقاتي تحريڪ. جيڪا توڙي جو ڪمزور آهي پر وري اسري نسري رهي آهي سا بہ لازمي طور



انهي فاشزم خلاف هڪ بند جو ڪم سرانجام ڏئي رهي آهي ۽ ڏينديِ. پنجاب جي صورتحال کي ڇڏي ڪري جتي مذهب جي رياستي استعمال جا سنوان سڌا اثر آهن ۽ جتي انتهاپسند ۽ بندش پيل تنظيمن جا مظبوط مرڪز اڄ بہ موجود آهن. مذهبي شدت پسندي اڄ پنجاب جي پيٽ ۾ بين قومي اڪاين ۾ گهٽ آهي تہ انهي جو سبب بہ اهو آهي تہ اتي هڪ ٻيو رياست ۽ نظام مخالف مزاحمتي ڊسڪورس اڃا موجود آهي تنهن ڪري امڪان آهن تہ رياست مختلف هيٺ مٿانهين ڪانپوءِ پاڻ خلاف ڦوڪاريندڙ انهي نانگ جا ڏند ڀوڙي وجهي. پر نانگ کي زنده رکڻ سندس مجبوري آهي. پر انهي مجبوري کي پاڪستان جي ڳر سان پيئڻ نہ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ عام تصور جي ابتڙ پاڪستان جي رياست هڪ مذهبي نہ پر هڪ سرمائيدار رياست آهي. جنهن ۾ مذهب هجي يا جمهوريت سندس ٻاهريون ڍڪ آهي. پاڪستان اندر جمهوريت جو مطلب فوج کي پنهنجي حدن ۾ رکڻ ۽ مذهب جو مطلب پنهنجي ٻورهيت عوام، مظلوم قومن تي تسلط سميت پر پاسي جي رياستن منجهہ مداخلت جي جواز کي جيئرو رکڻ آهي. اسان ڏٺو آهي تہ معاشي فائدن ڀنيان هي اسلامي جمهوريہ رياست ئي آهي جيڪا وقت پوڻ تي اردن ۽ بحرين ۾ وڃي ڪري هزارين مسلمان ماري ٿي. پاڪستاني حڪمرانن جي اهڙي



ڪردار بابت طارق علي بہ بلڪل صحيح لکيو هو تہ " ملتن جو شيطان انهي ڳالهہ جو قائل هو تہ جهنم جي حڪمراني، جنت جي غلامي کان وڌيڪ بهتر آهي. پاڪستاني حڪمرانن ثابت ڪيو آهي تہ بئي ڪم هڪ وقت ممڪن آهن." تنهن ڪري ڪنهن بہ وجود جي بقا جو بنياد انهيءَ حقيقت تي ناهي هوندو تہ اهو پاڻ کي ڇا سمجهي ٿو يا انهي تي تہ هو ٻين لاءِ ڇا ظاهر ٿئي ٿو. پاڪستان جهڙي غير جمهوري رياستن جي بقا جو سچ عالمي مالياتي لاڳاپن ۽ ضرورتن جي پوراءَ منجهہ پوشيده ۽ محفوظ آهي. عالمي مالياتي ادارن جي قرض جي هڪ قسط بہ جيڪڏهن رڪجي وڃي تہ هي رياست پنهنجي سمورن دعوائن ۽ سمجهاڻين سميت اچي پٽ پوندي. جيئن تہ سرمايي جو تعلق صرف ۽ صرف منافعي سان بيهندو آهي نہ ڪي جمهوريت ۽ مذهب سان. تنهنڪري هتي مذهب ۽ بورجوا جمهوريت جي ترويج بہ اوستائين ٿيندي رهندي جيستائين انهن جو رياستي مفادن جي پاسداري ۾ ڪو ڪردار هوندو. اهڙي ريت چئي سگهجي ٿو تہ سماج جي سيڪيولرائيزيشن جي راهہ ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ هي رياست آهي جيڪا پنهنجي پيٽي مفادن سبب اهڙا ناسور پيدا ڪندي رهندي آهي جيڪي هڪ پاسي سماج جي جمهوري اوسر کي ڏڪين ۽ ٻي پاسي رياستي خارجہ پاليسي ۾ نان اسٽيٽ ايڪٽر جي حيثيت ۾ رياستي ايجنڊا اڳتي ڪن. ڪشمير، هندستان، افغانستان اسانجي اڳيان آهي، جنهن ۾ تازو اضافو شام جو ٿي رهيو آهي هن سال افغانستان منجهان آمريڪي فوج ۽ ناٽو جي وڏي انگ جي واپسي ٿي رهي آهي جنهن کانپوءِ افغانستان ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ هندستاني اثر کي گهٽ ڪرڻ جي لاءِ پاڪستاني رياست کي انهي طالبان جي ضرورت پوڻي آهي. پر انهي کان پهرين ضروري آهي تہ (رياستي نظر ۾) سٺن طالبان کي خراب طالبان کان الڳ ڪجي. ڇاڪاڻ تہ ناٽو جي نڪري وڃڻ کانپوءِ خراب طالبان جي سگهاري ٿيڻ جا امڪان آهن ۽ انهن جا اثر سٺن طالبان تي بہ پوندا. اهي مقصد ڳالهين ۽ آپريشن جي، لٺ ۽ چٽ واري پاليسي ذريعي حاصل ڪرڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن. تنهن ڪري پنهنجي ڪنوات جي هڪ پاسي ڳالهيون ۽ ٻي پاسي آپريشن ڪٺي هلڻ وارو هي رياستي اٽ ضروري ناهي تہ ڪنهن پاسي ويهي رهي. ڇاڪاڻ تہ هي اٽ جيڪڏهن هڪ پاسي ويهي ٿو رهي تہ پوءِ سنڌس اٿڻ جا امڪان گهٽ آهن.

# يوڪرين: ميدن سڪوائر کان ڪريميا تائين

سڌارت ڪولهي




گذريل ٽن چئن مهينن کان شام، ايران، مصر، نيپال، وينزويلا وغيره سان گڏ يوڪرين ۾ هلندڙ حڪومت مخالف "يورو ميدن" (Euromaidan) تحريڪ ۽ ڪريميا جي عليحدگي ڪانپوءِ عالمي قوتن جي ٽڪراءُ واري صورتحال عالمي سياسي وايومنڊل تي ڇانيل آهي. اسان هردفعي ڪوشش ڪندا آهيون ته موجوده دور ۾ سرمائيدارانه نظام جي بحران ۽ دنيا ۾ مختلف شڪلن ۾ هلندڙ مزاحمتن جي مخصوص ۽ عمومي سببن تي نظر وجهون ۽ انهن مزاحمتن ۽ عالمي سرمائي جي محرڪن کي مارڪسي بنيادن تي سمجهون. عالمي سطح تي موجوده نظام ان جي تضادن ۽ ان خلاف مختلف صورتن (ترقي پسند يا رجعتي) ۾ هلندڙ مزاحمتن ۽ ٿيندڙ ڪشمڪش کي سمجهڻ لاءِ به نقطهٔ نظر ڏاڍا عام آهن. هڪ ته لبرل نقطهٔ نظر آهي ۽ ٻيو مابعد جديد سوچ جو طريقي ڪار آهي. سوچ جي انهن ٻنهي طريقن سماجي لقائن کي سائنسي بنيادن تي سمجهڻ جو گس بند ڪري رکيو آهي. مثال طور هندو فرقيواريت هجي يا اسلامي بنياد پرستي، عراق ۾ آمريڪي مداخلت ڪانپوءِ شيعا سني جهيڙو هجي يا يوگوسلاويا جو ورهاڱو هڪ مابعد جديديت پسند دانشور انهن لقائن کي هڪ خاص انداز ۾ سمجهائيندو. هو چوندو

تہ هندوستان ۾ فرقيواريت هجي، عراق ۾ سني شيعا جهيڙو هجي يا يوگوسليويا ۾ نسلي (Ethinic) وڳوڙن جو اپار هجي. اهي سڀ لقاءَ جديديت جي همہ گير ۽ ڪائناتي نظرين جهڙوڪ ڪميونزم، سيڪيولرزم، قومپرستي وغيره جي مختلف گروهن جي سياست ۽ بحثن (Discourses) تي جبر ۽ هڪ هٽي جو نتيجو آهن. ائين پوءِ هو چون ٿا تہ پليورلزم (Pluralism) يعني مختلف گروهن، يا ڪميونٽيز جي شناخت جي بنياد تي سياست کي آزاد ڇڏيو وڃي. مثال عراق ۾ اهڙو نظام قائم ڪيو وڃي جتي شيعا ۽ سني ٻئي پنهنجي فرقيوارانا سياست ۽ بحث کي آزاد نموني قائم رکي سگهن ۽ هڪ ٻئي سان رابطو قائم ڪري (Dialogue) ڳالهائي سگهن. اهو ئي اِنَ ٽڪراءَ جو حل آهي. جيڪڏهن اتي جديديت جو سيڪيولر، قومپرست يا سوشلسٽ نمونو نافذ ڪيو ويو تہ اهو ٻين سمورن گروهن يا فرقن يا نسلن جي سياست کي دٻائيندو ۽ اهو جبر وڌيڪ فرقيوارانا ٽڪراءَ کي جنم ڏيندو. ٻئي پاسي لبرل ميڊيا هر ان تحريڪ کي روشن خيالي ۽ جمهوريت جي تحريڪ سڏيندي آهي جيڪا اوير يورپ ۽ آمريڪا مخالف رياستن جي خلاف هجي (جيتوڻيڪ ترقي پسند تحريڪ کي هر صورت ۾ بگاڙي پيش ڪيو ويندو آهي.) بهرحال سوچ جا اهي طريقي ڪار مختلف تضادن ۽ انهن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ تحريڪن کي سائنسي بنيادن تي سمجهائڻ کان قاصر آهن. مابعد جديديت طريقي ڪار اهو نٿو ٻڌائي سگهي تہ ڇو هڪ سماج ۾ خاص وقت تي هڪ مزاحمت نسلي يا فرقوارانو رنگ وٺي ٿي جڏهن تہ ماضي ۾ عوام جي مزاحمت جو رنگ ٻيو هو يا ساڳئي دور ۾ ڪنهن ٻئي سماج ۾ عوام جي مزاحمت انقلابي نوعيت جي ڇو آهي. يا شناخت جي سياست پنهنجو پاڻ ۾ مڪمل آهي يا ان جا بنيادڪٿي ٻئي هنڌ آهن يعني ڪنهن ٻئي ڍانچي ۾ آهن.

يوڪرين جي صورتحال ۾ معاشي، سياسي بحران ۽ طبقاتي جدوجهد پنهنجو پاڻ کي ڪٽر قومپرستي يا (Ethnic) سياست ۽ يورپ نوازي ۾ اظهاري رهي آهي. يوڪريني ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ رسي ڳالهائيندڙ هڪ ٻئي سان ٽڪراءَ ۾ آهن. ان نسلي سياست کي مختلف ڌيهي ۽ پرڏيهي طاقتون اپاري رهيون آهن. ائين يوڪرين جي صورتحال مختلف تاريخي تضادن جو مجموعي اظهار آهي جنهن کي اسان هن مضمون ۾ مختصراً سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

## يوڪرين جي معاشي، سياسي ۽ ثقافتي ڍانچي تي هڪ نظر:

يوڪرين اوير يورپ ۾ واقع آهي يوڪرين جي اوير ۾ روس آهي ۽ اولهہ ۾ پولينڊ، هنگري ۽ سلوواڪيا موجود آهن. يوڪرين جا اوير، اولهہ ۽ ذڪڻ اوير جا علائقا مختلف ثقافت رکن ٿا ۽ انهن علائقن ۾ ناهموار معاشي اوسر جي ڪري ثقافت ۽ شناخت جي بنياد تي ٽڪراءَ جنم وٺندو رهيو آهي. اوير يوڪرين، جنهن ۾ يوڪرين جي گادي واري هنڌ "ڪيو" (Kev) موجود آهي، گهڻي ڀاڱي روسي ٻولي ڳالهائيندڙ آبادي تي مشتمل آهي

جيتوڻيڪ "ڪيو" جو شهر هڪ گهڻ نسلي شهر آهي. اوڀر جو علائقو صنعتي طور اُسريل آهي. اوڀر يوڪرين جي روس سان سرحد ملي ٿي ۽ هتان جي بورجوازي جا مفاد روس جي رياست سان سلهاڙيل آهن. ڇاڪاڻ ته اوڀر يوڪرين جي صنعت جي پيداوار جي مارڪيٽ روس آهي ۽ اها صنعت روس جي تيل ۽ گئس تي هلي ٿي. ان ڪري اوڀر جو بورجوازي ان علائقي ۾ روسي قومپرستي ۽ اولهه مخالف جذبن کي اڀاريندو رهيو آهي. اهي جذبا عام عوام ۾ به موجود آهن. هاڻوڪو لٽل صدر وڪٽريانڪو وچ پاڻ اوڀر يوڪرين جو وڏو سرمائيدار آهي ۽ سندس پارٽي "پارٽي آف ريجنس" (Party of Regions) ۾ ئي اوڀر يوڪرين جو سڀ کان وڏو سرمائيدار آخميتوف (Akhmctov) به ميمبر آهي جنهن وٽ 15 ارب ڊالرن جي ملڪيت آهي ۽ يانڪووچ جي پارٽي کي ان همراهه جي حمايت رهي آهي. روسي رياست اوڀر يورپ ۽ وچ ايشيا جي ملڪن تي هڪ هني قائم ڪرڻ چاهي ٿي ۽ معاشي اتحاد ۽ "يوريشين (وچ ايشيا ۽ اوڀر يورپ عام منڊي" (Eurasion Common Market) ٺاهي يورپي يونين ۽ آمريڪي سرمائيداري جو مقابلو ڪرڻ چاهي ٿي. ان ۾ يوڪرين تمام گهڻو اهم آهي. ان ڪري روسي سرمائيدار اوڀر يوڪرين جي سرمائيدار جي نمائنده پارٽي کي حڪومت ۾ ڏسڻ چاهيندو آهي. يعني هر حوالي کان روس نواز حڪومت "ڪيو" ۾ هجڻ تمام اهم آهي جيڪا آمريڪي يا يورپي سرمائي کي گهڻو داخل ٿيڻ نه ڏئي.

اولهه يوڪرين جي گهڻي آبادي يوڪريني ٻولي ڳالهائيندڙ آهي ۽ اهو علائقو صنعتي طور اوڀر کان گهٽ اسريل آهي. اولهه يوڪرين جو مزدور ڪثير تعداد ۾ يورپ جي ملڪن ۾ روزگار لاءِ موجود آهي ۽ ائين يوڪرين جي اقتصاديات ۾ ان جو اهم ڪردار آهي. هڪ پاسي اوڀر جي ماسڪو نواز سرمائيدار جي مضبوط حالت ۽ مجموعي طور اوڀر يوڪرين جي بهتر حالت ۽ ٻئي پاسي اولهه يوڪرين جي آبادي جي ٻين اولهه يورپ جي ملڪن سان تعلق جي ڪري يوڪريني قوم پرستي، روس مخالفت ۽ اولهه نوازي جا جذبا موجود آهن. اولهه يوڪرين جون مختلف بورجوازي ۽ پيٽي بورجوازي طبقي جون پارٽيون جنهن ۾ ووبودا (Svobida) روسي ۽ يهوي دشمن فاشسٽ پارٽي به شامل آهي. انهن جذبن کي اڀاري جيئن ٿيون. يورپي يونين ۽ آمريڪي سامراجي طاقتون يوڪرين جي منڊي تي قابض ٿيڻ لاءِ اولهه يوڪرين جي سرمائيدار پارٽين تي هٿ رکنديون آهن. ان جو بهترين مثال هاڻوڪي تحريڪ کان اڳ 5-2004 جو نام نهاد "نارنگي انقلاب" هو. 5-2004 جو "نارنگي انقلاب" ۽ عالمي ميڊيا مطابق جمهوري قدرن جي اهڃاڻن تحريڪ بنيادي طور تي يانڪووچ ۽ يوشينڪو (جيڪي ٻئي اڱواڻ روسي ۽ يورپي يونين جا نمائنده هئا ۽ آهن) جي وچ ۾ صدارتي چونڊون کٽڻ لاءِ ڇتاپيتي هئي. جيتوڻيڪ عوامي مظاهرن ۽ تحريڪ جا محرڪ ٻيا به هجن ٿا. تڏهن به يورپي يونين ۽ آمريڪا پنهنجي نيو لبرل پاليسي کي يوڪرين تي مڙهڻ لاءِ يوشينڪو جي حمايت پئي ڪئي ۽ ان کي صدر به چونڊرايو. هاڻوڪي يوروميڊن تحريڪ ۽ ان

کان پوءِ جي صورتحال کي سمجهڻ لاءِ ٻن ٽن لقائن کي مختصر طور ڏسڻ جي ضرورت آهي. هڪ ته سوويت يونين جي انهدام کانپوءِ يوڪرين اندر هڪ خاص قسم جي سرمائيداريءَ جو ٺهڻ ۽ 2012 کانپوءِ ان جو بحران ٻيو يوڪرين اندر نسلي ۽ فاشسٽ سياست جي اڀرڻ جا سبب ۽ ان جو طبقاتي جائزو. سوويت يونين جي ڀڃڻ کانپوءِ يوڪرين هڪ الڳ رياست تي اڀري ۽ اتان جي سرمائيدار سوشلسٽ لاڳاپن کي ختم ڪرڻ جو عمل شروع ڪيو. يوڪرين ۾ سرمائيداريءَ جو طرز اولهه يورپ وارو نه هو بلڪ هتي هڪ پاسي اجتماعي ملڪيت کي ذاتي هٿن ۾ ڏنو ته ويو پر ٻئي پاسي عملدار شاهي ۽ رياستي ادارن جي سخت ڪردار کي برقرار رکيو ويو ۽ ڪجهه مخصوص گروهن ۽ عملدارن ملڪيت تي هڪ هٽي ڄمائي. نتيجي ۾ هڪ هٽي (Oligarchic) واري رت چوسيندڙ (Parasitc) سرمائيداري پيدا ٿي. اٿين سرمائي جو ڪجهه خاندانن وٽ ۽ علائقن ۾ ارتڪاز ۽ ناهموار اوسر ان سرمائيداريءَ جي وڏيڪ نمايان خاصيت آهي. ٻيو



ته 91 کانپوءِ جنم وٺندڙ ان سرمائيداريءَ پنهنجي منڊي کي بچائڻ لاءِ اولهه سان مڪمل اتحاد نه ڪيو ۽ هڪ حد تائين معيشت ۾ رياست جو عمل دخل رهيو. اها سرمائيداري سوشلسٽ نظام ۽ نظرين سان ويڙهه ڪري فاتح تي هئي ۽ ٻئي پاسي پنهنجي منڊيءَ کي اولهه کان به بچائڻو هئس. ان صورتحال هڪ خاص قسم جي رياستي بحث جي پئدا ٿيڻ ۽ اڀرڻ جي گهرج پيدا ڪئي. يوڪرين جي بورجوازي ميڊيا، رياستي ادارن ۽ سياسي حلقي وغيره ذريعي قوم پرستي ۽ ماضي (سوويت دور کان پهرين) جي ثقافت جي باري ۾ ڏند ڪٿائي شعور کي اڀاريو. جنهن جا بنياد موجود هئا. هڪ ليکڪ مطابق يونيورسٽين ۾ "سائنسي سوشلزم" جي ڊپارٽمنٽ کي "سائنسي قومي پرستي" جي ڊپارٽمنٽ جي نالي ۾ تبديل ڪيو. اهي ڪجهه سبب آهن جنهن جي ڪري سرمائيداراڻي ناهموار اوسر ۽ طبقاتي استحصال خلاف جدوجهد نسلي سياست ۽ ڪٽر قومپرستي جو رنگ رکي ويٺي آهي.

## يورو ميدن تحريڪ ۽ ڪريميا جي عليحدگي

نومبر 2013ع ۾ صدر يانڪووچ روسي دٻاءُ هيٺ يورپي يونين سان معاهدو نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جڏهن تہ يانڪووچ ان کان پهريان يورپي يونين سان سهڪار ۽ معاهدو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. ان معاهدي کي ڪاروباري ڊيل چئي سگهجي ٿو. بنيادي طور تي يوڪرين هڪ عرصي کان معاشي بحران مان گذري رهيو هو ۽ آهي. يوڪرين جي ڪرنسي ڊالر جي مقابلي ۾ هاڻوڪي عرصي ۾ هيٺين کان هيٺين سطح تي پهتي آهي. اهو سڀ ڪجهہ هڪ هٿي سرمائيداري جو نتيجو آهي. ننڍو ڪاروبار تمام تيزي سان تباهہ ٿيو آهي ۽ اولهہ يوڪرين منجهان ماڻهن جو وڏو انگ ملڪ کان ٻاهر مزدوري لاءِ نڪري رهيو هو ۽ آهي. ان بحران جي ڪري يوڪريني سرمائيداري گهڻي عرصي تائين اولهہ جي اسريل سرمائيداريءَ جو مقابلو نہ پئي ڪري سگهي پر ٻئي پاسي روسي سرمائي جي دٻاءُ هيٺ يانڪووچ کي اهو فيصلو ڪرڻو پيو. يانڪووچ جي ان فيصلي احتجاجن ۽ پوءِ هڪ وڏي تحريڪ کي جنم ڏنو. سڀ کان پهريان احتجاج دارالحڪومت ۾ شروع ٿيا.

احتجاج ڪندڙن "ڪيو" جي "آزادي چوڪ" (independence Square) کي پنهنجو نڪاٽو ناهيو. جڏهن حڪومت طاقت جي استعمال تي لٿي تہ اهي احتجاج ملڪ گير ٿيندي (گهڻي ڀاڱي اولهہ يوڪرين ۾) هڪ تحريڪ ۾ تبديل ٿي ويا ۽ مختلف جڳهن تي حڪومتي عمارتن تي بہ قبضا ڪيا ويا. ائين تحريڪ ڪجهہ عرصي ۾ پرتشدد بہ ٿي وئي ۽ تحريڪ جي گهر هاڻ صرف يورپ سان تعلق جوڙڻ نہ هئي پر يانڪووچ جي حڪومت جو خاتمو هڪ اهم گهر ٿي سامهون آئي.

اهم ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ ان تحريڪ کي مختلف پاسن کان سمجهو وڃي، ان ڪانپوءِ اهو ممڪن ٿيندو تہ هاڻوڪي نتيجن کي سمجهي سگهجي. يعني تحريڪ جو طبقاتي ڇيد، تحريڪ ۾ رهندا قوتون، عوام ۾ موجود بحث ۽ تحريڪ ۾ رهنما ڪردار مڊل ڪلاس يعني مجموعي طور رياستي مشينري ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو ۽ روايتي پيٽي بورجوازي جهڙوڪ ننڍو سرمائيدار ڪاروباري ماڻهو دڪاندار وغيره جو آهي جيڪو ڪٽر قوم پرستي ۽ اولهہ دوستي جو عملبردار آهي. پيٽي بورجوازي طبقو پنهنجي طبقاتي بيهڪ جي ڪري وڏي سرمائيدار سان هڪ حد تائين تضاد (جيڪو جوهري نٿو هجي) ۾ آهي پر ننڍي پيماني جي ملڪيت هجڻ جي ڪري هو آخري نتيجي ۾ پورهيت طبقي جي خلاف بيهي ٿو ۽ سرمائيدار ٽيڙ جو لاڙو رکي ٿو. معاشي بحران جي صورتحال ۾ ان طبقي جو ئي هڪ حصو فاشي سياست ۽ نظرين مان متاثر ٿئي ٿو. نسل پرست قوم پرست سياست ۽ مذهبي انتهاپسندي جي سياست جو طبقاتي بنياد اهو طبقو ئي آهي. فاشست قوم پرست سياست جيڪا يوڪرين ۾ سوديودا جي

دنیا بھر میں خصوصی اہمیت ہے۔ پسماندہ ممالک میں جب منڈی وسعت اختیار کرنے لگتی ہے تو ایک نئے طریقہ کار کا نفاذ ہونے لگتا ہے۔ ایسے ممالک میں وہ سرمایہ لے جا کر انوسٹمنٹ کی جاتی ہے جو کہ غیر ترقی یافتہ ممالک ہی سے حاصل کیا گیا ہوتا ہے اور اگر بڑے سرمایہ دار ممالک سے کچھ سرمایہ پسماندہ ممالک میں انوسٹ ہو بھی تب بھی سرمایہ کاری کے نتیجے میں حاصل ہونے والا منافع واپس سرمایہ دار ممالک میں چلا آتا ہے اس طرح بڑے سرمایہ دار ممالک سے تیسری دنیا میں آنے والا سرمایہ واپس ہو جاتا ہے ملٹی نیشنل کمپنیوں کی پسماندہ ممالک میں قائم شاخوں سے حاصل ہونے والی آمدنی کا تذکرہ کرتے ہوئے اس زائد سرمایے کو بالکل نظرانداز کر دیا جاتا ہے جو پسماندہ ممالک سے وصول کر لیا جاتا ہے۔ ان ممالک میں ہونے والی سرمایہ کاری میں انوسٹ ہونے والی رقوم سے کہیں زیادہ پیسہ سرمایہ دار ممالک ہتھیا کر اپنے ہاں لے جاتے ہیں۔ یہ پیسہ تیسری دنیا کے ممالک میں ملٹی نیشنل کمپنیوں کی بنائی ہوئی اشیاء کی من مانی قیمتیں وصول کر کے یا پھر رائلٹیوں کی شکل مین، کمیشنوں کی صورت میں یا پھر ہیڈ آفس کے اخراجات اور دیگر خدمات کے عوض وصول کر کے سرمایہ دار ممالک میں منتقل کر دیا جاتا ہے۔

بڑے سرمایہ دار ممالک میں جنم لینے والی نئی صورتحال کا نمایاں پہلو پیش آمد تباہی کی بجائے جمود (stagnation) ہے جبکہ دوسری طرف پسماندہ ممالک میں قومی آزادی جیسے مسائل کی جگہ اب طبقاتی قوتوں کی آویزش نے لے لی ہے۔ اس نئی صورتحال سے عہدہ برآ ہونے کے لئے استعماری قوتوں نے مقامی بورژوا اور متمول زمینداروں میں سے بعض کو اپنی سرگرمیوں میں شامل کر لیا ہے۔ اس کے علاوہ استعماری قوتیں ان مقامی عناصر پر تصرف حاصل کر کے ان نوزائیدہ ممالک کی ریاستی مشینری پر کنٹرول حاصل کرنے کے لئے کوشاں ہیں۔ وہ نہ صرف سیاسی چالبازی کے ذریعے (خاص طور پر سرد جنگ کو ہتھیار کے طور پر استعمال کر کے) علاوہ ازیں بیوروکریٹس اور فوجی افسران کو رشوت دے کر یا پھر ریاستی مشینری پر حاصل اپنے اثر و رسوخ کو استعمال کر کے اپنے مذموم مقاصد حاصل کر لیتی ہیں بیوروکریٹس کو حاصل لامحدود اختیارات اور نہایت ہی طاقتور فوج دونوں نے ریاستی ڈھانچے کو بیرونی امداد اور اس کے استعمال کے پیچیدہ طریقہ اور اس کے علاوہ غیر ملکی مشیروں کے بڑھتے ہوئے عمل دخل کے حوالے کر دیا ہے جو کہ ریاستی ڈھانچے کی ہر سطح مین پوری طرح سرایت کر گئے ہیں۔ بیرونی امداد اور غیر ملکی مشیر ان ممالک میں اجارہ دارانہ سرمایہ داری کی طاقت کو مستحکم کرنے پر کمربستہ ہیں۔ پسماندہ ممالک میں استعماریت کے خلاف سیاسی جدوجہد کو زبردست دھچکہ اس احساس نے دیا کہ ان ممالک کی کمزور معیشتوں کو غیر ملکی سرمایے کی اشد ضرورت ہے اور ابتداء ہی سے انہیں سرمایہ دار قوتوں نے "ایڈ" بھی فراہم کرنا شروع کر دی چنانچہ ان قوتوں کی اس فیاضی سے یہ ممالک بہت متاثر ہو گئے اگرچہ اس فیاضی میں استعماری قوتوں کے اپنے مفادات پنہاں تھے۔

# گهريلو پورهيي جي نئين ڇنڊڇاڻ

*ليزي وجيل/ مقودا رتڙ*



1960ع جي ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ جي پنئين حصي کان وٺي 1970ع جي ڏهاڪي تائين مارڪسي ناريوادين عورت جي گهر ۾ ٿيندڙ غير اُجرتي پورهئي کي مارڪسي سياسي معاشيات جي اصولن تحت سمجهڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. سندن خيال هو تہ عورت جي گهريلو پورهئي جو ان انداز ۾ ٿيندڙ تجزيو عورت جي هڪ ماءُ، خاندان جي هڪ فرد يا هڪ پورهيت جي حيثيت ۾ ٿيندڙ استحصال جي ڪا نوس مادي سمجهاڻي ڏئي سگهندو. ان دؤر ۾ عورت جي آزاديءَ جي مارڪسي تصور ڏانهن وڌندڙ اهڙي رغبت سياويڪ هئي ڇاڪاڻ تہ نہ رڳو سوشلسٽ پر خود ريڊيڪل ناريوادين پڻ انهن ئي خيالن کي اپنايو ٿي ۽ منجهن پنهنجي مُراد حاصل ڪئي ٿي.

مٿي ذڪر ڪيل مارڪسي فلسفي ڏانهن وڌندڙ رجحان جي نتيجي ۾ ان دؤر ۾ تمام گهڻو ادب تخليق ٿيو. عورت جي آزادي جي علمبردارن (Women Liberationists) مارڪس جي لکڻين جو مطالعو ڪيو ۽ ڪوڙ سارن هنڌن تي ڪيس مجيندي يا ساڻس اختلاف رکندي، 'مارڪسواد' ۽ 'ناريواد' کي ملائي ڪيئي طبع زاد ڪتاب لکيا. پر اڄ جي دؤر اندران ڏس ۾ اهڙو اتساهہ اڻ لڀ آهي. حقيقت هي آهي تہ گهريلو پورهئي بابت موجود نظرياتي مونجهارن کي سلجهائڻ جون اهڙيون خواهشون ۽ ڪوششون ٿورو عرصو برقرار رهي سگهيون ۽ 1970ع جي ڏهاڪي ختم ٿيندي ٿيندي گهڻي حد تائين ختم ٿي ويون. ناريوادين جي "گهريلو پورهئي" واري ان بحث کان اهڙي ڪناره ڪشي خاص ڪري آمريڪا ۾ گهڻي واضح انداز ۾ نظر آئي. هن مضمون ۾ آءٌ هڪ ڀيرو ٻيهر عورت جي گهر ۾ ٿيندڙ غير اجرتي پورهئي، ٻار ڄڻڻ ۽ نپائڻ واري مسئلي بابت ڪا واضح نظرياتي لائين جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. آءٌ پنهنجي مضمون ۾ اها ڳالهہ واضح ڪئي آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن ۾ سرجندڙ ناريواد ادب جنهن عقلي ۽ تجريدي انداز ۾ سرجيو پئي ويو ان انداز ۾ سهي نموني سمجهيو ناهي ويو ۽ ان بنياد تي آءٌ پنهنجي مضمون جي پڻ ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي ۽ آخر ۾ آءٌ ان قسم جي ڪم

جي عام عوام ۾ مقبوليت واري مسئلي تي ڳالهائيندي اها صلاح پڻ ڏني آهي تہ گھريلو پورهئي تي ٿيل سٽ ۽ ستر جي ڏهاڪن واري اُن ڪُتل ڪم کي مڪمل ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## نظريا ۽ نظرئي سازي جو عمل

اهو خيال سڀ کان پهريرن اُتر آمريڪا جي (Women Liberationists) 1960ع جي ڏهاڪي ۾ ئي پيش ڪيو تہ عورت جي غير اجرتي گھريلوَ پورهئي بابت پڻ ڪا نظرئي سازي ٿيڻ گھرجي. ان خيال بعد ۾ سُتت ئي انگلستان ۾ پڻ پنهنجا پير پڪڙيا. جيتوڻيڪ هڪ عورت جي زندگيءَ ۾ خاندان اندر مٿس موجود ذميوارين ۽ ان جي نتيجي ۾ گھر ۾ ٿيندڙ غير اجرتي پورهئي جي بنيادي اهميت هجي ٿي. تنهن هوندي نہ ان دؤر تائين نہ تہ سوشلسٽ ناريوادين ۽ نہ ئي ريڊيڪل فيمينسٽن ان معاملي ڏانهن ڪو جوڳو ڌيان ڏنو ٿي. ٻئي پاسي آمريڪا اندر عورتن جي آزادي لاءِ جدوجهد ڪندڙ (Women Liberationists) ان معاملي تي جاري سندن جدوجهد کي ڪي سگھارا نظرياتي بنياد فراهم ڪرڻ لاءِ گھرن اندر عورتن طرفان ٿيندڙ غير اجرتي پورهئي (جيئن ٻار ڄڻڻ ۽ ان جي پالنا وغيره) بابت نظرئي سازي تي زور ڏنو ۽ پوءِ ائين ايندڙ ڪجھ سالن ۾ "گھريلو پورهئي" جي موضوع تي ڪتابن ۽ مضمونن جو هڪ وڏو تعداد ڇپجي سامهون آيو.

گھريلو پورهئي تي لکجندڙ انهن ڪتابن ۽ مضمونن ۾ گھرن کي (فيڪٽرين ۽ ڪارخانن جيان) پيداواري جايون ٿي ڪوٺيو ويو ۽ گھرن ۾ ٿيندڙ ڪم ڪار ۽ ٻارن جي سار سنڀال توڙي پالنا کي "گھريلو پورهيو" سڏيندي اهو ممڪن بڻجي ويو هيو تہ ان سڄي عمل کي "پورهئي جي عمل" طور جانچي ۽ پرکي سگھجي. سمجھ جي ان انداز منجهان ڪوڙسارا سوال ڦُٽي نڪتا تہ جيڪڏهن گھريلو ڪم ڪار وَاقعي بہ پورهيو آهي تہ پوءِ ان جي پيداوار ڇا آهي؟ ڇا اها پيداوار ماڻهو آهي؟ يا پورهئي جي سگھ جي صورت ۾ ٺهندڙ جِنس آهي؟ ڇا ان پيدوار جو ڪو قدر آهي؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ اهو قدر طئہ ڪيئن ٿو ٿئي؟ ۽ ان جنس کي ڪير ۽ ڪيئن استعمال ٿو ڪري؟ گھريلو پورهئي لاءِ بنيادي حالتون ۽ سندس حدون ڪهڙيون آهن؟ گھريلو پورهئي جو پورهئي جي سگھ جي افزائش سان ڪهڙو تعلق آهي؟ يا ٻي صورت ۾ سرمائيداري سماج ۾ ٿيندڙ سرمائي جي ارتڪاز سان يا پوءِ مجموعي سماجي افزائش سان ان "گھريلو پورهئي" جو واسطو ڪهڙيءَ صورت ۾ آهي؟ ڇا ڪنهن سماج ۾ افزائش (Reproduction) جي طريقي ڪار کي پيداوار (Production) جي طريقي ڪار کان ڪٽي ڌار ڪري سندن پيٽ ڪري سگھجي ٿي؟ ۽ ڇا انهن سمورن سوالن جا جواب عورت تي ٿيندڙ ظلم ۽ جبر جي ڪا خاطر خواھ سمجھاڻي ڏئي سگھن ٿا؟

تمام تيزيءَ سان ڇپجندڙ گھريلو پورهئي بابت اهو ادب ابتدائي دؤر ۾ تہ سوشلسٽ

ناري وادي تحريڪ جي عورتن جي آزاديءَ ۽ سوشلزم جي قيام لاءِ جاري جدوجهد جي نہ صرف حمايت پيو ڪري پر ايتري تائين جو صرف ان ئي جدوجهد کي درست جدوجهد قرار پيو ڏئي. پر سُتت ئي ان معاملي ۾ ڪي پيچيدگيون جنم وٺڻ لڳيون. ۽ ڪوڙ سارا خيال ۽ تصور جيڪي پهرئين دؤر ۾ ڏاڍا چٽا ۽ واضح ٿي نظر آيا، اُهي هاڻي مونجهارن جي ور چڙهڻ لڳا. مثال طور پورهئي جي سگهہ کي پيدا ڪرڻ ۽ سندس افزائش ڪرڻ وارو معاملو هاڻي جام پيچيده بڻجي ويو هيو ڇاڪاڻ تہ منجهس ماڻهو کي جنم ڏيڻ کان وٺي گهر، منڊي ۽ پورهئي جي هنڌ (ڪارخاني وغيره) اندر اُجرتي يا غير اجرتي طور ٿيندڙ اهي سمورا ڪم اچي ويا جيڪي ماڻهوءَ جي روزاني ٿيندڙ سار سنڀال ۽ واڌ ويجهہ ۾ شامل هئا. بلڪل ساڳيءَ ريت "گهريلو پورهئي". واري اصطلاح جي ڪا مخصوص معنيٰ يا وضاحت طئي ڪرڻ پڻ هاڻي ايترو آسان نہ هو. ڇا "گهريلو پورهئي" مان مراد صرف گهر جو ڪم ڪار (جهڙوڪ رڌ پچاءُ، صفائي سترائي وغيره) هئي يا منجهس ٻار ڄڻڻ ۽ سندن پالنا ڪرڻ پڻ شامل هئا؟ ان کان سواءِ "گهريلو پورهئي" واري ان بحث جي صرف گهر ۾ ٿيندڙ غير اجرتي پورهئي تائين ئي محدود هجڻ ڪري گهر يا گهرن کان ٻاهر عورتن طرفان ٿيندڙ اجرتي پورهئي بابت بحث اڻ لڀ هيو ۽ جيئن تہ اهو بحث گهريلو پورهئي جي صرف معاشي پاسي تائين ئي محدود هو ان ڪري ان معاملي سان سلهاڙيل سياسي، نظرياتي، نفسياتي توڙي جنسي معاملا گهڻي حد تائين نظرانداز ئي ٿيندا رهيا.

عورتن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ انهن آمريڪي ناريوادين (Women Liberationists) کي "گهريلو پورهئي" بابت موجود ان ادب جي تمام گهڻي تجريدي (Abstract) هجڻ تي پڻ اعتراض هو. گهريلو پورهئي بابت جاري اِهو بحث جنهن انداز ۾ ٿي رهيو هيو. اهو نہ صرف غير عملي هيو پر ان معاملي تي جدوجهد ڪندڙ سياسي ڪارڪنن جي مادي ضرورتن کان پڻ گهڻو مختلف هيو. انهن ڪتابن ۾ موجود بحثَ صرف براءِ بحث ئي هئا ڇاڪاڻ تہ عملي دنيا سان سندن لاڳاپو بلڪل نہ هجڻ جي برابر هو. اهو سمورو بحث نہ صرف تجريدي پر غير تاريخي پڻ هو. ان ادب جو سڀ کان وڏيڪ نقصانڪار پاسو اهو هو تہ سندس گهريلو پورهئي جي وضاحت ڪارِجي (Functional) نوعيت جي هئي. يعني گهريلو پورهيو سندن خيال ۾ سماجي ضرورت جو اظهار هو يا ٻين لفظن ۾ جيڪڏهن ڪنهن سماج ۾ گهريلو پورهيو موجود آهي تہ مطلب ان سماج ۾ معروضي طور ان جي ضرورت موجود آهي جيڪا ان پورهئي جي صورت ۾ پوري ٿئي ٿي. سندن اهڙي نقطۂ نظر تي ان سوال جنم ورتو تہ جيڪڏهن هر شيءِ سماجي ضرورت يا لازميت جو اظهار آهي تہ پوءِ انساني عمل يا فردي چونڊ کي ڪيئن سمجهجي؟ ڇا سماجي عمل ۾ انهن جو ڪوبہ ڪردار ناهي؟ ڇاڪاڻ تہ 1980ع واري ڏهاڪي جي ابتدا ۾ ئي ناريواد تحريڪ عملي توڙي نظرياتي طور ڪوڙ سارن ٻين اهم معاملن کي منهن ڏئي رهي هئي. اُن ڪري گهريلو پورهئي بابت مٿي بيان ڪيل ان بحث ۽ ساڻس لاڳاپيل سوالن

ڏانهن ڏيان گهٽجندو ويو. (تحريڪ جي آڏو موجود ڪن ٻوس ۽ تڪڙن مسئلن تي ڏيان ڏينديون) ان ناريواد تحريڪ گهريلو پورهئي جي سوال سان سلهاڙيل سمورا نظرياتي مونجهارا، بند دائرن ۾ گهمندڙ سندس سوال ۽ سندس اڻ چٽا نتيجا پنتي ڌڪي، اڳتي وڌي وئي.

گهريلو پورهئي واري مسئلي کي مارڪسي سياسي معاشيات ذريعي سمجهائڻ واري ڪوشش کان اهڙي ڪنارا ڪشي سمجهه ۾ اچڻ جهڙي آهي. ناريواد آزادي پسندن منجهان اڪثر جو خيال اهو هو ته نظريو روزاني ڪارونهوار ۾ ٿيندڙ سرگرمين سان سلهاڙيل هجڻ گهرجي. اهڙي نظريي جا ٺوس سياسي ۽ عملي نتيجا هجن ان ڪري ئي هو تاريخ جي عملي پهلو (انسان جي روزاني جي سرگرمين) ۽ حال ۾ موجود عملي صورتحال کي ئي ڪنهن نظرئي جا صحيح بنياد سمجهندا هئا. نتيجي طور هنن گهريلو پورهئي بابت سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن ۾ لکيل ان ادب جي تجريدي ۽ غير عملي پهلوئن تي تنقيد ڪندي هڪ اهڙي نظرياتي سٽاءَ جي گهر ڪئي جيڪو عورتن جي روزاني جي ڪارونهوار ۾ گذرندڙ زندگي بابت نه صرف عملي ڄاڻ ڏئي پر ان جي ڇنڊ ڇاڻ به ان ئي بنياد تي ڪري.

اهو نقطئه نظر گهڻو تڻو ان معاملي جي علمي پهلو سان سلهاڙيل هو. هڙو نقطئه نظر جيڪو علم کي عمل، سمجهه کي تجربي جي نسبت ۾ سمجهائي. اها هڪ اهڙي سمجهه هئي جنهن مطابق نظريو ڪنهن حقيقت جو علمي اظهار هو. ۽ ان ئي سبب اهو عمل يا تجربي جا ڪي عمومي اصول فراهم ڪري پيو. ان ڪري انهن عمومي اصولن جي بنياد تي ڪن معاملن جي ڇنڊ ڇاڻ نه صرف معاملن جي گهربل سمجهاڻي ڏيڻ پر ڪي اڳڪٿيون ڪرڻ جي پڻ اهل هئي. ان نقطئه نظر مطابق نظريو هڪ گهڻ طرفي ۽ وسيع علمي ۽ عملي سرگرمي آهي، جنهن جا بنياد بحرحال مادي دنيا ۾ ئي آهن ۽ ان ڪري ئي اهو ڪنهن معاملي جي سمجهاڻي يا ان سمجهاڻي جي بنياد تي ڪا اڳڪٿي ڪري سگهي ٿو ۽ ان معنيٰ ۾ اهو اوهان جي عملي سرگرمي يا حڪمت عملي کي پڻ چڱيءَ ريت طئي ڪري سگهي ٿو.

بهرحال! نظريو ڇا آهي يا ڇا هجڻ گهرجي، ان معاملي بابت مٿي ذڪر ڪيل نقطئه نظر ڪانسواءِ ڪي ٻيا رايا به موجود هئا. سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن ۾ گهريلو پورهئي واري معاملي تي لکيل ان ادب جو وڏو حصو ان ئي دؤر ۾ موجود هڪ مارڪسي رجحان جي اثر هيٺ هو جنهن جو روح روان هڪ فرانسيسي فلسفي 'لوئي التيوزر' هو. مٿي ذڪر ڪيل نقطئه نظر جي پيٺ ۾ هيءَ نقطئه نظر نظرئي کي صرف علمي ۽ عقلي دائري تائين ئي محدود رکي ٿو. التيوزر جي خيال مطابق نظريو توڙي جو انتهائي سگهارو ڇو نه هجي، پر بحرحال تجريد ئي آهي ۽ تاريخ يا عملي دنيا کان مختلف آهي. التيوزر مارڪس جي ڪتاب "سرمايو" تي تبصرو ڪندي لکي ٿو. "ڀلي ايئن لڳندو هجي پر مارڪس ڪڏهن به ڪنهن ٺوس يا مخصوص سماج جو تجزيو ناهي ڪيو. ايستائين

جو انگلينڊ ۾ جنهن جا مارڪس پنهنجي هن ڪتاب جي پهرئين جلد ۾ بار بار حوالا ڏنا آهن. مارڪس صرف سرمائيداري پيداواري طريقن تي لکيو آهي ۽ اهو موضوع تجريدي ٿي آهي. جنهن مان مُراد ته اهي حيران ڪندڙ حد تائين حقيقي آهن پر اهي ڪڏهن به ڪٿي به پنهنجي مڪمل طور خالص شڪل ۾ نه ٿا ملن. چاڪاڻ ته اهي صرف سرمائيدار سماجن ۾ ئي ملندا آهن. ٻين لفظن ۾ انهن نوس سرمائيدار سماجن (برطانيه، فرانس، روس وغيره) جو جائزو وٺڻ لاءِ اهو ڄاڻڻ لازمي آهي ته انهن سڀني سماجن تي هڪ ئي نوس حقيقت حاوي آهي ته اهي سمورا سماج سرمائيداري پيداواري طريقن تي ئي هلن ٿا جيڪي پاڻ ڪٿي به ڪنهن نوس شڪل ۾ نظر نه ٿا اچن. يعني ته اهي تجريدي آهن."

مٿي ذڪر ڪيل ان نقطه نظر مطابق نظريو لازمي طور تجريدي ئي هجي ٿو ۽ ساڳي ئي وقت پنهنجي مقصدن ۾ پڻ انتهائي مخصوص هوندو آهي. اهو عام سماجي زندگي جي ڪن اهم يا بنيادي معاملن يا رجحانن جو جائزو ته وٺي سگهي ٿو پر ان سماجي زندگي جي هر ممڪن پهلو جي ڇنڊ ڇاڻ نه ٿو ڪري، تمام گهٽ ئي ائين ٿيندو آهي جو ڪو نظريو ڪن واقعن جي ڪا وضاحت پيش ڪري، ڪي دوري حڪمت عمليون ڏئي يا سياسي سرگرمين کي طئي ڪري. اهي سمورا مسئلا اصل ۾ جانچ پڙتال جي هڪ مڪمل طور ٻئي طريقي سان ئي حل ٿيندا آهن. اهو طريقي ڪار جنهن ۾ توهان ڪنهن سماج جي ڪنهن مخصوص دور ۾ موجود ڪن خاص مسئلن تي غور ويچار ڪندا آهيو. ٻين لفظن ۾ نظرئي بابت هي ٻيو نقطه نظر نظرئي کي هڪ عدسي (Lens) سان ڀيٽي ٿو. جيڪو پنهنجو پاڻ ۾ ڪنهن سماج جي ڪنهن مخصوص دور ۾ موجود مسئلن يا سندس نوعيت بابت ڪا سمجهاڻي ناهي، بلڪ اهو محض هڪ اهڙو اوزار آهي جنهن جي مدد سان جانچڻ وارو ڪنهن ڏنل سماج جي مختلف معاملن جو گهرائي سان جائزو وٺي سگهي ٿو ۽ مستقبل جي ڪا راهه ڏسي سگهي ٿو. آءُ اِهو سمجهان ٿي ته ان معاملي جي عملي جانچ پڙتال يا سندس سياسي تجزيو "نظريا" يا مٿين سمجهاڻي مطابق "عدسا" ناهن ڪان گهٽو مشڪل ۽ منجهائيندڙ ڪم آهي.

## ڳالهه رکڻ جو هڪ نئون انداز:

گهريلو پورهئي بابت مٿي ڏنل ٻه نقطه نظرن بعد هاڻي آءُ انُ معاملي بابت پنهنجو نقطه نظر پيش ڪندس. منهنجي ايئن ڪرڻ جو مقصد اصل ۾ تجريدي انداز ۾ ٿيندڙ نظرئي سازي اندر ٿي ناريواد آزادي پسندن جو هڪ مثال پيش ڪرڻ آهي. ان نقطه نظر مطابق گهريلو پورهئي بابت ٿيندڙ اِهو بحث اصل ۾ تاريخي يا سماجي بنيادن بجاءِ صرف نظرياتي بنيادن تي بيٺل هيو. نتيجي طور سندس نتيجا پڻ ڪن تجريدي تصورن يا امڪاني رجحانن ۽ طريقيڪارن جي نشاندهي جي صورت ۾ ئي ظاهر ٿيڻا هئا ۽ اهي تجريدي تصور پنهنجو پاڻ ۾ نه ته عمل يا تجربي جي انوکي ۽ انفراديت سان ڀريل

نوعيت کي سمجهائي ٿي سگهيا ۽ نہ ئي سماجي ڪايا پلٽ يا عوامي تحرڪ جي مختلف هنڌن ۽ وقتن تي جڙندڙ مختلف ڪردار يا نوعيت جي ڪا مناسب ۽ نُوس سمجهاڻي ڏئي ٿي سگهيا ۽ ان معنيٰ ۾ ڪنهن خاص هنڌ يا دؤر ۾ ڪي سياسي حڪمت عمليون صلاحڻ سندس وس کان ٻاهر هو. اهي سمورا معاملا نظرئي منجهان حل ٿيڻ بجاءِ سياسي عمل ۾ شريڪ ماڻهن يا ڏرين جي نُوس صورتحال جي سياسي جائزي ۽ عملي چنڊ ڇاڻ ذريعي ئي حل ٿي ٿي سگهيا.

ان ڪري ان دؤر ۾ سڀ کان وڏي مشڪل ئي اها هئي تہ عورت جي گهرن ۾ ٿيندڙ غير اجرتي پورهئي واري مسئلي کي تجريدي يا نظرياتي بجاءِ نُوس مادي ۽ عملي سرگرمي سمجهندي ڪي اهڙا تصور يا سانچا جوڙيا وڃن جن ذريعي ان معاملي جي ان نوعيت ۾ چنڊڇاڻ ممڪن ٿي سگهي. ان ڏس ۾ مون سميت ڪوڙ سارين ناريواد آزادي پسندن مارڪس، اينگلس، بيبل ۽ ٻين ليکڪن جي ان معاملي تي موجود لکڻين جو مطالعو ڪيو جنهن ذريعي اسان کي وڏ مان وڏ خطرن ۽ مونجهارن سان ڀريل هڪ عمومي نظرياتي ورثي جي ئي سُڌ ملي سگهي. ان صورتحال گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ مارڪس جي لکڻين جو تفصيلي مطالعو ڪرڻ تي آماده ڪيو ۽ ان معاملي ۾ آءٌ التيوزر جي سُجهايل طريقيڪار تي ئي عمل ڪرڻ بهتر سمجهيو. يعني اوهان جڏهن "سرمايو" پڙهو تہ ان کي "نُوس، مادي تاريخ" يا "عملي سياسي معاشيات" تي لکيل هڪ ڪتاب نہ سمجهو بلڪ ان کي نظريو ڏيندڙ هڪ اهڙو ڪتاب سمجهو جيڪو سرمائيداري پيداواري طريقن جي چنڊ ڇاڻ ڪري ٿو. نُوس مادي تاريخ ۽ عملي سياسي معاشيات جا مقصد ٻيا آهن. التيوزر جي ان نقطئہ نظر جي مدد وٺندي مون کي اميد هُئي تہ آءٌ عورت جي غلاميءَ کي صحيح طريقي سان سمجهڻ لاءِ مٿي ذڪر ڪيل ڪو مناسب "عدسو" ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندس.

پنهنجي ان نظرياتي ڪوشش جي ابتدا مون ان خيال سان ڪئي تہ مارڪس جي سموري ڪم ۾ بہ اهم تصور ئي آهن جيڪي بنيادي ڪردار ادا ڪن ٿا. پورهيو ۽ پورهئي جي افزائش. مارڪس جي نظر ۾ پورهيو انسان ۾ موجود هڪ اهڙي سگهہ آهي جنهن کي انسان جي جسم يا هُن جي سماجي وجود کان الڳ ڪري (هڪ تجريد جي صورت ۾ سمجهي سگهجي ٿو ۽ پورهئي جي اها سگهہ صرف تڏهن ئي حقيقي بڻجي ٿي جڏهن اها سگهہ رکندڙ انسان ان کي ضرورت جي ڪا اهڙي شيءِ ڳولهڻ ۾ خرچ ڪري جنهن جي صرف استحصال جي ئي ڪا قدر جُڙي ۽ اها پلي متاسنا جي عمل مان گذري يا نہ! پر اها هڪ حقيقت آهي تہ پورهئي جي سگهہ رکندڙ اهي انسان فاني آهن ۽ سندن ٿڪجڻ، پوڙهو ٿيڻ ۽ ايستائين جو مرڻ پڻ فطري آهي. ان ڪري اهڙو هڪ سرشتو جيڪو پورهئي جي سگهہ رکندڙ انهن انسانن جي سمورين ضرورتن جو پورائو ڪندو رهي، سماجي پيدوار لاءِ اوترو ئي ضروري آهي جيترو پورهئي ڪندڙ انهن انسانن جي جاءِ تي نيا پورهيت آڻڻ وارو سرشتو ضروري آهي ۽ ائين پورهئي جي سگهہ جي ان

روزاني جي سار سنڀال توڙي گهربل تياري ۽ وقت جي مقرر دؤرن بعد پراڻي ۽ ڪمزور ٿيل پورهئي جي جاءِ تي نئين پورهئي کي پيداوار جي عمل ۾ استعمال ڪرڻ جا ٻئي سرشتا "پورهئي جي سگهه جي افزائش" واري اصطلاح ۾ ئي اچي وڃن ٿا.

طبقاتي سماجن ۾ غالب طبقا پورهئي جي ان سگهه کي پنهنجي فائدي لاءِ ئي استعمال ڪندا آهن ان ڪري پنهنجي آسانيءَ خاطر آءٌ پورهئي جي سگهه جي افزائش واري تصور کي پورهئي جي اُن سگهه جي روزاني سار سنڀال ۽ مختلف وقتن تي سندس تبديليءَ جي سرشتن تائين ئي محدود رکيو آهي، جيڪا سگهه ڪنهن طبقاتي سماج ۾ غالب طبقن لاءِ واڌو قدر پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ٿئي ٿي. مضمون جي هن حصي جي باقي رهيل حصي ۾ آءٌ پورهئي جي سگهه جي افزائش جي مختلف پاسن، اُن سان جُڙيل ٻين سرشتن، پورهئي جي سگهه جي افزائش ۾ حياتياتي طور جنم ڏيڻ واري عمل جي ڪردار ۽ ان سڄي معاملي جي جوهري تضادن جو جائزو وٺندس. انهن معاملن جي سمجهه ئي مضمونِ جي ٻئي حصي يعني سرمائيداري نظام اندر پورهئي جي سگهه جي افزائش کي صحيح نموني سمجهڻ ۾ اسان جي مدد ڪندي.



مارڪس پورهئي جي سگهه جي افزائش کي ڪنهن سماج جي افزائش جو بنيادي نقطو سمجهندو هو. پر هن ڪڏهن بہ ان معاملي کي ڪنهن واضح انداز ۾ نہ سمجهايو تہ ان مان سندس مُراد ڇا هُئي. ڪڏهن ڪنهن هنڌ هو پورهيو ڪندڙ پورهئي جي سار سنڀال واري معاملي تي ڌيان ڏيندو هو تہ ڪنهن هنڌ وري پورهئي نہ ڪندڙ يا نہ ڪري سگهندڙ فردن جي سار سنڀال يا افزائش جي معاملي کي اهميت ڏيندي نظر ايندو هو. ان ڪري ان معاملي کي صحيح انداز ۾ سمجهڻ لاءِ آءٌ هڪ ڀيرو وري پورهئي جي سگهه جي افزائش واري ان عمل کي ٽن حصن ۾ ورهايان ٿي. جن ۾ پهريان تہ اهي ڪوڙ ساريون سرگرميون آهن جيڪي ڪنهن پورهيت ۾ پورهئي جي قوت برقرار رکڻ يا ڪيس ٻئي ڏينهن پورهيو ڪرڻ جي اهل بنائڻ لاءِ روزاني جي بنياد تي ٿين ٿيون. ٻئي حصي ۾ اهي ساڳيون ئي سرگرميون جيڪي محڪوم طبقن جي پورهيو نہ ڪندڙ فردن جهڙوڪ ٻارن، پوڙهن، بيمارن يا سار سنڀال جي ان عمل ۾ مصروف هجڻ ڪري سڌيءَ ريت پيداوار جي عمل ۾ شريڪ نہ ٿي سگهندڙن (عورتن) جي سار سنڀال يا پالنا لاءِ ٿينديون هجن. ۽ ٽيون ۽ آخري حصو اهڙين سرگرمين تي مشتمل آهي جيڪي هيٺين طبقن جي ڪم لائق نہ

رهندڙيا مري ويندڙ پورهيتن جي جاءِ تي نيا پورهيت آڻڻ لاءِ ٿيندڙ هجن.

پورهئي جي سگهہ جي افزائش جي عمل جي انهن ٽنهي پاسن کي ايئن الڳ ڪري سمجهڻ سان ئي اسان پورهئي جي افزائش واري معاملي کي ٻار جي حياتياتي جنم واري معاملي کان ڌار سمجهي سگهون ٿا. جيتوڻيڪ خاندان اندر ٻارن جي پالنا حقيقي سماجن اندر پورهئي جي افزائش جي عمل جو ئي حصو هوندي آهي، تنهن هوندي بہ ٻارن جي اهڙي پالنا يا مجموعي طور پورهئي جي افزائش لاءِ خاندان ڪو اڪيلو طريقو نہ آهي ۽ اها ٻين طريقن ۽ ذريعن سان پڻ ڪري سگهجي ٿي. مثال طور پورهيتن کي گروهن جي شڪل ۾ پيداواري جي جڳهہ (جهڙوڪ مِل يا ڪارخاني) جي آس پاس رهائي سگهجي ٿو ۽ سندن پورهئي لائق نہ رهڻ بعد سندن جاءِ تي نين پورهيتن کي پڻ آڻي سگهجي ٿو. تاريخ ۾ اهڙو ظلم ۽ جبر گهڻن ئي هنڌن تي موجود رهيو آهي. مثال طور يوناني دؤر ۾ سون جي کاڻين ۾ يا فرانس جي قبضي هيٺ رهندڙ هند چيني ۾ وڏي پيماني تي ربڙ جي وڻن جي پوکائي واري دؤر ۾. عام طور تي پيداوار جي عمل ۾ پورهئي جي گهربل مقدار کي برقرار رکڻ لاءِ بہ طريقا ئي استعمال ٿيندا آهن. جن منجهان هڪ تہ پورهيت جي کُهندڙ نسل جي جاءِ تي نئين ۽ نوجوان طاقتور پورهيتن جي ڀرتي آهي. جنهن ۾ انهن ئي پورهيتن جي گهرن ۾ پلجندڙ امڪاني پورهيتن (ٻار) هوندا آهن جيڪي مستقبل ۾ پنهنجن وڏن جي جاءِ والارين ۽ ٻيو طريقو اهو آهي تہ پيداوار جي عمل ۾ مصروف پورهيتن ۾ ئي نين پورهيتن جي شموليت ٿيندي رهي. مثال طور سماج اندر اهڙا فرد جيڪي اڳ ۾ ڪڏهن بہ پورهيت نہ رهيا هجن اُهي اجرت تي پنهنجو پورهيو کپائڻ تي مجبور ٿين جيئن 1950ع ڌاري آمريڪا ۾ ٿيو جڏهن عام گهريلو عورتن جو هڪ وڏو تعداد پورهيت بڻجڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪي ماڻهو وقتي طور پورهئي جي عمل ۾ شريڪ ٿيندا آهن جيئن فصل جي لاباري وقت يا پوءِ معاشي بُحرانن وقت ڪجهہ هنڌن تي ايئن بہ ٿيندو آهي تہ لڏ پلاڻ ڪندڙ پورهيو مختلف هنڌن تي پورهئي جي مجموعي سگهہ کي گهٽائيندو ۽ وڌائيندو رهندو آهي. ڪٿي ڪٿي تہ ائين پڻ ٿيندو آهي جو ماڻهو ڪنهن علائقي منجهان اغوا ڪيا ويندا آهن يا پوءِ وڏي تعداد ۾ غلام بڻائي ڪنهن ٻئي هنڌ پورهئي جي منڊي ۾ آڻي زبردستي ضم ڪيا ويندا آهن جيئن بينڪيتي دؤر ۾ آفريڪا ۾ ٿيو.

ٻين لفظن ۾ نظرياتي نقطئہ نگاهہ کان پورهئي جي سگهہ جي افزائش صرف "خاندان" جي دائري تائين محدود نہ آهي جيئن گهريلو پورهئي بابت سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن واري اِن بحث ۾ دعويٰ ڪئي ويندي هئي. خاص ڪري اهو سمجهڻ پڻ ضروري آهي تہ پورهئي جي سگهہ جي اهڙي افزائش جي عمل ۾ ضروري ناهي تہ هرو ڀرو حياتياتي جنم، خاندان يا نسلي تبديليءَ جو هميشہ ڪو ڪردار هجي. تنهن هوندي بہ ان ڳالهہ کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي تہ طبقاتي سماجن منجهان اڪثر سماجن پورهئي جي سگهہ جي روزاني جي سار سنڀال يا پورهئي جي نسل در نسل منتقليءَ کي

ادارتي انداز ۾ گھڻ جنسي (مرد ۽ عورت بئي) اداري خاندان جي ئي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. طبقاتي سماجن اندر خانداني نظام جي ايتري گھٽي حد تائين عام هجڻ منجهان اهو آرام سان سمجھي سگھجي ٿو تہ پورهئي جي سگھہ جي افزائش جي معاملي ۾ ٻين سمورن طريقن جي نسبت "خاندان" مؤثر ترين ۽ پائيدار ترين ثابت ٿيو آهي.

اهڙا طبقاتي سماج جيڪي پورهئي جي سگھہ جي افزائش لاءِ صرف حياتياتي جنم (ٻار جي پيدا ٿيڻ جي عمل) تي ئي ڀاڙين ٿا، سي ڪوڙ سارن تضادن ۾ ڦاسي وڃن ٿا. حمل سان هجڻ وقت يا ٻار کي جنم ڏيڻ کان پوءِ ڪجھہ عرصي تائين پڻ هيٺين طبقي جي عورت جي ڪم ڪرڻ توڙي پنهنجي خاندان جي روزاني جي سار سنڀال ڪرڻ واري طاقت گھٽجي وڃي ٿي. ايستائين جو اهڙن ڏينهن ۾ خود سڄي خاندان کي سنڀالڻ وارين انهن عورتن جي ئي سار سنڀال ڪرڻي پوندي آهي. اهڙيءَ ريت ٻار ڄڻڻ ۽ کين پالڻ وارو ڪم هيٺين طبقي جي عورت جي سڌي ريت هڪ پورهيت جي صورت ۾ يا اڻ سڌي ريت يعني خاندان اندر پورهيتن جي سار سنڀال لهڻ واريءَ فرد جي صورت ۾ ڪم جي اهليت ۽ طاقت گھٽائي ڇڏيندو آهي. مٿئين طبقي جي ڪنهن فرد جي اک سان ڏسجي تہ عورت جو ائين ٻار ڄڻڻ ۽ ان جي سار سنڀال ڪرڻ کين مهانگو پوندو آهي ڇاڪاڻ تہ ان عمل ۾ نہ صرف ان عورت جو خرچ ٿيندڙ پورهيو بلڪ حمل وارن ڏينهن ۾ ان عورت تي خرچ ٿيندڙ خاندان جي ٻين فردن جو پورهيو جيڪڏهن سڌيءَ ريت پيداوار جي عمل ۾ وڃي تہ اهو هُنن لاءِ واڌو قدر پيدا ڪندو جيڪو ٻار ڄڻڻ ۽ ان جي سار سنڀال جي عمل ۾ هڪ حد تائين ضايع ٿئي ٿو. پر ساڳئي وقت هيٺئين طبقي ۾ ٻار ڄڻڻ ۽ سندن پالنا جو ڪم هڪ لحاظ کان واڌو پورهئي جي ضرورت جو پورائو پڻ ڪري ٿو جيڪو آخري نتيجي ۾ غالب طبقي کي ئي فائدو ڏئي ٿو.

هيٺين طبقي جي نقطئہ نظر سان پڻ ان معاملي ۾ ڪي تضاد سامهون اچن ٿا. پورهئي جي سگھہ جي افزائش لاءِ ضروري انتظام ڏاڍا سولا ٿي پون ٿا جڏهن ڪن سماجن اندر افزائش مرد ۽ عورت جي جنسي لاڳاپن يا رشتن (خاندان) جي صورت ۾ ٿئي ٿي. خاندان سان لاڳاپيل ٻيا فرد جهڙوڪ ٻار جي پيءُ يا ماءُ جا مائٽ صرف ايترو ڪن ٿا جو عورت جي حمل يا ٻار ڄڻڻ کانپوءِ واري ڪجھہ عرصي ۾ سندس سار سنڀال لهن ٿا جڏهن ڪيس ان جي ضرورت هجي ٿي. جيتوڻيڪ مرد (پيءُ) ۽ عورت (ماءُ) جا مختلف ۽ متضاد ڪردار صرف عورت جي حمل سان هجڻ ۽ ٻار کي جنم ڏيڻ يا سنڀالڻ واري ڪجھہ عرصي لاءِ ئي گھربل هجن ٿا (باقي عرصي ۾ هو ٻئي پورهيت طبقي جي عام فردن جي حيثيت ۾ رهي سگھن ٿا) تنهن هوندي بہ ڪوڙ سارا سماج کين مختلف سماجي جڙائن جهڙوڪ خاندان وغيره ۾ جڪڙي ڇڏين ٿا جيڪي بعد ۾ پورهئي جي روزاني جي سار سنڀال توڙي سندس نسل در نسل تبديليءَ لاءِ ٿيندڙ سرگرمين جو مرڪز بڻجي وڃن ٿا. مرد ۽ عورت جي وچ ۾ اهڙي نوعيت جا تعلق عام طور تي مرد جي حاڪميت ۽ عورت جي ادارتي انداز ۾ غلاميءَ سبب قانوني/ جائز بڻجي وڃن ٿا.

مٿي ذڪر ڪيل اهي سمورا تضاد حقيقي طبقاتي سماجن اندر ڪيئن اظهارجن يا ٽڪرائجن ٿا اهو معاملو نسبتي ۽ مخصوص صورتحال سان سلهاڙيل آهي ۽ ان معاملي بابت مٿي ڏنل عمومي رجحان يا خاڪو ڪنهن بہ صورت ۾ جيئن جو تيئن لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي. مٿيئن بحث سادن لفظن ۾ صرف اهو ٿي سمجهائي تہ ٻار ڄڻڻ ۽ سنڌن پالنا ڪرڻ واري پورهيت طبقي جي عورت جي اها سگهہ پورهئي جي سگهہ جي افزائش ۽ واڌو قدرتي مالڪيءَ جي معاملن ۾ ڪيس مرد جي مقابلي ۾ مختلف هنڌ تي وڃي بيهاري ٿي. جيتوڻيڪ اهي ٻئي پورهيت ٿي سگهن ٿا، تنهن هوندي بہ خاندان اندر پورهئي جي سار سنڀال توڙي تبديليءَ جي عمل ۾ مرد جي مقابلي ۾ عورت جو منفرد ڪردار سنڌن مخصوص صورتحال جي پيڙهہ آهي.

## سرمائيداري ۽ گهريلو پورهيو

مٿئين حصي ۾ پاڻ طبقاتي سماجن اندر پورهئي جي سگهہ جي افزائش جي مختلف پهلوئن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي. هن حصي ۾ آءٌ پورهئي جي سگهہ جي افزائش ڪي طبقاتي سماج جي هڪ خاص شڪل سرمائيداريءَ ۾ جانچڻ جي ڪوشش ڪنديس. جيتوڻيڪ ان حوالي سان مارڪس پنهنجن لکڻين ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي، تنهن هوندي بہ سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪي ۾ گهريلو پورهئي تي ڪم ڪندڙ ماڻهن جي خيال ۾ اهو ڪافي نہ هو. مارڪس مطابق سرمائيداري سماج هڪ اهڙو سماج آهي جنهن ۾ پورهئي جي سگهہ هڪ جنس بڻجي وڃي ٿي، مطلب تہ هتي اهڙي پورهئي جي استحصالي قدر سان گڏوگڏ مٿا سٺا جو قدر پڻ موجود هوندو آهي، ماڻهن ۾ موجود هڪ سگهہ جي صورت ۾ پورهئي کي پنهنجيون مخصوص خاصيتون هونديون آهن. سرمائيداري سماج جي پيداواري سرگرمين ۾ پورهئي جي ان سگهہ جي استحصالي قدر کي واڌو قدر پيدا ڪرڻ جي ذريعي طور استعمال ڪيو ويندو آهي. ان جي مٿا سٺا جو قدر يعني منڊيءَ ۾ اهڙي پورهئي جي قيمت پورهيت جي پورهئي جي سگهہ برقرار رکڻ ۽ سنڌس گذر سفر لاءِ ضروري (۽ گهٽ ۾ گهٽ) وسيلن جي صورت ۾ پاڻ اظهاري ٿي. اهو قدر ڪنهن مخصوص دؤر ۾ ڪنهن سماج اندر سماجي ۽ تاريخي اؤسر ذريعي طئي ٿئي ٿو.

پورهئي جي قدر ۽ سرمائي جي واڌو قدر جي پيداواري ۽ ان تي مالڪيءَ واري مفاد ۾ موجود تعلق سمجهائڻ لاءِ مارڪس هڪ پورهيت جي ڏهاڙي يعني ڪلاڪن جي صورت ۾ سنڌس ڪيل ڪم جي تجريد ڪئي ٿو. وٽس "ضروري پورهئي" جي اصطلاح مان مُراد پورهيت طرفان هڪ ڏينهن جي ڪيل ڪم جو اُهو حصو آهي جيڪو سنڌس گهٽ ۾ گهٽ گهرجن کي پورو ڪرڻ ۽ کيس جيئرو رکڻ لاءِ لازمي هجي. جڏهن تہ "واڌو پورهيو" پورهيت طرفان هڪ ڏينهن ۾ ڪيل ڪم جو اهو رهيل يا باقي بچيل حصو آهي جنهن منجهان سرمائيدار واڌو قدر حاصل ڪري ٿو. سولن لفظن ۾ سمجهائجي تہ انهن

پنهي اصطلاحن مان مراد ڪنهن پورهيت جو هڪ پاسي پنهنجو پاڻ لاءِ ۽ ٻئي پاسي مالڪ لاءِ ڪيل پورهيو آهي. جن منجهان پهرئين يعني لازمي پورهئي منجهان سندس مزدوري ۽ واڌو پورهئي منجهان واڌو قدر ٺهي ٿو جيڪو سندس مالڪ جي هٿن ۾ آهي. مارڪس مطابق سرمائي جو اهڙو ارتڪاز منافعي تي ٻڌل هڪ اهڙو نظام پيدا ڪري ٿو جيڪو مسلسل تبديل ٿيندو رهي ٿو. جيڪڏهن سرمائيدار کي وڌ کان وڌ فائدو کپي ته هو "لازمي پورهئي" ۾ سندس قدر کي گهٽ کان گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. مارڪس سرمائيدارن طرفان ان عمل ۾ استعمال ٿيندڙ طريقن بابت تفصيل سان بحث ڪري ٿو. اهي سرمائيدار ان ڪم لاءِ هڪ پاسي ته اجرت وڌائڻ کانسواءِ ئي سندس ڏهاڙي ڪم جو وقت وڌائي ڇڏيندا آهن يا پوءِ مقرر وقت ۾ ئي کائنس سخت کان سخت تر پورهيو ڪرائيندا آهن. وڌيڪ وقت لاءِ يا وڌيڪ سخت ۽ ڪٺن ڪم ڪرڻ مان مطلب ته پورهيت اُن ساڳئي ئي اجوري تي پهريان کان گهڻو پورهيو ڪندا آهن. يعني سندن پورهئي جو مُلهه ويتر وڌيڪ ڪرايو ويندو آهي يا کيس پهريان کان وڌيڪ سستو ڪيو ويندو آهي. مارڪس لازمي پورهئي ۾ ان قسم جي ڪٽوتي کي "قطعي اضافي قدر" (Absolute Surplus Value) ڪوٺي ٿو. ٻئي پاسي اهي ئي سرمائيدار پيداواري عمل کي وڌيڪ تيز تکڙو ۽ برجُستو بنائڻ ذريعي پڻ (پورهيت جي هڪ ڏينهن جي پورهئي منجهان سندس ذات جي افزائش لاءِ ٿيندڙ) لازمي پورهئي کي گهٽائيندا آهن. پيداواري عمل جي پيداواري سگهه وڌائڻ سان پورهيت کي پنهنجي ذات جي افزائش لاءِ پهريان کان گهٽ پورهيو ڪرڻو پئي. ٿو جڏهن ته ڪم جو وقت ساڳو رهڻ ڪري مالڪ جي کيسي ۾ ويندڙ منافعو اڃا وڌي وڃي ٿو. ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن محدود انداز ۾ سندس (پورهيت جو) اجورو پڻ وڌايو وڃي ٿو. لازمي پورهئي ۾ ان قسم جي ڪٽوتيءَ کي مارڪس "نسبتي واڌو قدر" (Relative Surplus Value) چئي ٿو.

مارڪس وٽ پورهيت جي هڪ ڏينهن ۾ ٿيندڙ ڪم ۾ لازمي پورهئي ۽ واڌو پورهئي ۾ موجود تعلق انتهائي واضح ۽ چٽو آهي. پر ساڳئي ئي وقت ان سڄي عمل ۾ صرف پورهيو ڪندڙ پورهيت تي ئي سندس سڄو زور نہ ڏيان. ان پورهيت جي روزاني جي سار سنڀال توڙي مختلف دورن ۾ سندس تبديليءَ سميت سندس ٻار ٻچن، ڪميونٽي يا ٻين لفظن ۾ ڪنهن سماج جي مجموعي پورهئي جي سگهه جي مسلسل ۽ مستقل بنيادن تي ٿيندڙ سار سنڀال ۽ افزائش تي ٿيندڙ پورهئي کي ان سڄي بحث مان ئي ڪيڏي ٻاهر ٿو ڦٽو ڪري ڇڏي. اهو سرمائيداريءَ جي مخصوص سماجي جوڙجڪ ڪري ئي ممڪن آهي ته پورهئي جي افزائش جي عمل ۾ (پورهئي واري هنڌ کان ٻاهر ٿيندڙ) انهن سمورين سرگرمين تي مارڪس وٽ بحث موجود نہ آهي (يا گهٽ ۾ گهٽ هن نقطي تي ناهي) سرمائيداري نظام جي مقابلي ۾ ٻئي ڪنهن به پيداواري طريقيڪار ۾ پورهئي جي روزاني جي سار سنڀال ۽ نسل در نسل تبديليءَ لاءِ ٿيندڙ اهي سرگرميون "پيداوار" جي 'زمان

۾ مڪان' کان ائين ادارتي انداز ۾ ڪٽيل ۽ ڏار نه رهيون آهن.

گهريلو پورهئي بابت 60 ۽ 70 جي ڏهاڪن واري ان ادب سرمائيدار سماجن ۾ پورهئي جي سگهه جي افزائش واري عمل جي طريقيڪار جي مختلف پاسن کان چنڊ ڇاڻ ڪئي. آءُ سمجهان ٿو ته ان جو مقصد "لازمي پورهئي" جي تصور تي ٻيهر ڪم ڪندي پورهئي جي سگهه جي افزائش ۾ شامل مٿي ذڪر ڪيل سرگرمين کي پڻ ان ۾ شامل ڪرڻ هو. آءُ دليل ڏنو ٿي ته لازمي پورهئي جا ٻه حصا يا پاسا آهن. جن منجهان پهريون اُهو حصو يا پاسو آهي جنهن ذريعي پورهيت پنهنجي اجوري جيتري پيداوار يا قدر پيدا ڪندو آهي جنهن تي مارڪس تفصيلي بحث ڪئي آهي. لازمي پورهئي جو اهو حصو جنهن کي آءُ "سماجي حصو" چوندي هُئس، سرمائيداري پيداواري عمل ۾ واڌو پورهئي سان اڻ ٽُٽ انداز ۾ جُڙيل آهي. لازمي پورهئي جو ٻيو حصو يا پاسو مارڪس جي لکڻين ۾ ڏاڍي مبهم انداز ۾ ڏنل اهو غير اجرتي پورهيو آهي جيڪو پورهئي جي سگهه رکندڙ پورهيتن يا مجموعي طور سڄي پورهيت طبقي جي وڏي عرصي تائين هر روز ٿيندڙ سار سنڀال تي خرچ ٿئي ٿو ۽ جيڪو ڪين هر روز ان اهل بڻائي ٿو ته هئي ڏينهن وري هو پورهيو ڪري سگهن. آءُ لازمي پورهئي جي ان حصي کي "گهريلو پورهيو" سڏيو.

گهريلو پورهئي کي ان انداز ۾ سمجهڻ سان اهو جنسي فرق ۽ ان بنياد تي پورهئي جي ورڇ کان ماورا خالص سرمائيداري دور جو هڪ تصور بڻجي ويو ۽ ان گهريلو پورهئي بابت جاري بحث کي انهن ڪوڙ سارن عام رواجي خيالن کان آجو ڪرائي ورتو جيڪو سندس صحيح سمجهه ۾ بار بار رڪاوٽ بڻبا هئا. مثال طور اهو خيال ته گهريلو پورهيو هر دور ۾ رهيو آهي يا اهو ته اِهو لازمي طور عورت جو ئي ڪم آهي.

لازمي پورهئي جا اهي ٻه پاسا يعني سماجي پاسو ۽ گهريلو پاسو هڪ ٻئي سان سڏيءَ ريت پيتي نه ٿا سگهجن ڇاڪاڻ ته پنئين حصي مطلب گهريلو پورهئي جو ڪو "قدر" نه آهي. ان مان مراد ته لازمي پورهئي جي تمام اهم ۽ تمام چٽي "سماجي پاسي" سان گڏ نسبتي طور ڍڪيل، غير طئي شده ۽ (فني حوالي سان) بي مُلهيو "گهريلو پاسو" پڻ موجود آهي. جيتوڻيڪ منڊيءَ ۾ انهن منجهان صرف هڪ حصو اچي ٿو ۽ اهو ٻئي جي پيٺ ۾ بلڪل واضح آهي. تنهن هوندي به پورهئي جي سگهه جي افزائش لاءِ ٻئي لازمي يا ضروري آهن. پورهئي جو اجورو پورهيتن کي ان اهل بڻائي ٿو ته هو روزاني جي استعمال جون شيون وٺي سگهن، پر ساڳئي ئي هنڌ ان سان گڏ سندس سهڪاري پورهيو يعني گهريلو پورهيو پڻ ان سڄي عمل ۾ عمومي طور تمام گهڻو اهو آهي، جنهن ذريعي ڪاڏن جو رڌ پچاءُ ٿئي ٿو ڪپڙي لٽي جي صفائي سترائي تي ملي ٿي. ٻارن جي نه صرف سار سنڀال ٿئي ٿي پر ڪين هوريان هوريان ڪم يا پورهئي جا اُهي گُر سيکاريا وڃن ٿا جو هو ايندڙ وقت ۾ صحتمند ۽ مقابلي جهڙا پورهيت نوجوان بڻجن. مزدور طبقي جا اُهي فرد جيڪي بيمار آهن، معذور آهن يا ڪمزور ۽ نبل بڻجي ويا آهن تن جي سار سنڀال ۽

پالنا ٿئي ٿي. اهي سمورا ڪم مڪمل طور نہ بہ سهي تڏهن بہ گهٽي حد تائين گهريلو پورهئي ذريعي ئي ٿين ٿا.

بين لفظن ۾ آءٌ اهو دليل ڏنو تہ "لازمي پورهيو" جيترو سمجهيو ويندو هو ان کان گهڻو وڌيڪ منجهيل تصور آهي. ڪيس بہ حصا آهن جن منجهان هڪ جو مُلهہ يا قدر آهي جڏهن تہ ٻئي جو نہ. گهريلو پورهيو لازمي پورهئي جو اهو ٻيو حصو آهي جنهن تي اڳ ۾ ڪو گهڻو بحث يا ڪا خاطر خواه وضاحت موجود نہ آهي. اهو جيتوڻيڪ سماجي حصي کان تمام گهڻو مختلف آهي تنهن هوندي بہ سرمائيداري سماجي پيداوار لاءِ اهي ٻئي لازمي آهن. گهريلو پورهئي جو پنهنجو تہ ڪو طئي شده مُلهہ يا قدر ڪونهي، تنهن هوندي بہ واڌو قدر پيدا ڪرڻ ۾ سندس انتهائي اهم ڪردار هوندو آهي. لازمي پورهئي جي دائري اندر سماجي پورهئي توڙي سندس نئين لڏل حصي گهريلو پورهئي جي ان انداز ۾ سمجهاڻي هڪ اهڙو نقطئہ نظر آهي جيڪو مارڪسزم ۾ اڳ ۾ ڪٿي ورلي ئي ملي سگهندو.



هت پورهيت جي لازمي پورهئي کي گهٽائڻ لاءِ سرمائيدار نہ صرف سندس سماجي پاسي کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، پر ساڳئي ئي وقت اهي ڪوششون لازمي پورهئي جي "گهريلو پاسي" ۾ پڻ ٿين ٿيون. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي گهٽي تڻي توانائي ڪوهہ مان پاڻي پرڻ، چُلهہ تي ماني پچائڻ، ڪپڙن کي اُباري ڪري ڌوئڻ، ٻارن کي لِک پڙهہ يا حساب ڪتاب جا طور طريقا سيکارڻ جهڙن گهريلو ڪمن تي خرچ ڪندو تہ لازمي طور ڪنهن پيداواري عمل ۾ شامل هجڻ ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ وٽس تمام ٿورو وقت بچي سگهندو. ان جي اُبتڙ جڏهن گهريلو پورهئي کي گهٽايو ويجي ٿو تہ پورهئي جي منڊيءَ ۾ پورهيتن جو هڪ وڏو تعداد شامل ٿيڻ جي اهل بڻجي ويجي ٿو. اوڻويهين ۽ ويهين صديءَ ۾ گهريلو پورهئي ۾ اها ڪٽوتي مسلسل ٿيندي رهي آهي، ويهين صديءَ جي شروعاتي سالن ۾ (جڏهن مارڪيٽ ۾ پورهيتن جي ضرورت تمام وڌي وئي هئي) تڏهن رڌ پچاءَ کي تمام آسان ۽ گهٽ وقت وٺندڙ بنائڻ لاءِ ڪوششون وتيون ويون. ڌوتو پوتو بہ ان وقت گهٽي حد تائين گهٽ ٽڪائيندڙ بڻايو ويو ۽ خاندان مٿان ٻيل ٻار جي تعليم تربيت جي ذميواري کان ڪيس آجو ڪرڻ لاءِ وڏي تعداد ۾ اسڪول پڻ کوليا ويا. ويجهي ماضي ۾ تہ برفايل (Freezed) کاڌي، مائيڪرو ويو ڌوتي

پوتي لاءِ مشينن ۾ ٻارن جي روزاني جي سار سنڀال لاءِ نرسري، ڪنڊر گارٽن ۾ اسڪولن اندر اسڪول کان پوءِ بہ ٻارن جي سار سنڀال جي ڪوڙ سارن پروگرامن گهريلو پورهئي کي اڃا وڌيڪ گهٽائي ڇڏيو آهي. گهريلو پورهئي کي جديد ٽيڪنالاجي جي مدد سان يا ان کانسواءِ ٿي گهٽ ڪرڻ مان مراد اها نہ آهي تہ هاڻي سمورا خاندان پنهنجي پورهئي لائق فردن کي لازمي طور ڪم لاءِ موڪليندا. تنهن هوندي بہ ان عمل سان ان شيءِ جا امڪان ۾ سازگار ماحول ضرور جُڙي وڃي ٿو.

مختصر طور سرمائيدار هڪ طبقي جي صورت ۾ پورهيتن جي هر وقت هڪ مناسب تعداد ۾ موجودگي، مختلف وقتن تي مختلف شيون ٺاهڻ ۾ خريد ڪرڻ لاءِ ڪن خاص قسمن جي پورهيتن ۾ گراهڪن جي موجودگي، سندن مستقل فائدي ۾ ورهايل ۾ ڪٽي ڏار ڪيل پورهيت طبقي تي پنهنجي طاقت ۾ اختيار کي مستقل طور برقرار رکڻ جي خواهش جهڙن ڪوڙ سارن منجهيل ۾ متضاد مسئلن جو شڪار رهن ٿا. پنهنجي نقطہ نظر جي شروعات ۾ ٿي آءٌ اهو چيو تہ مختلف ۾ متضاد طرفن ۾ نوعيت جا هر روز اڳ ۾ ٿي طئي ٿيل لازمي نتيجن کي جنم ڏيڻ بجاءِ ڪي رُجحان جنمين ٿا. اهي رجحان ضروري ناهي تہ هميشہ حاڪم طبقن جي فائدي ۾ ٿي اظهارجن جيئن ان معاملي جي 'ڪار جي وصف' ڪرڻ وارا ٻڌائيندا آهن. حقيقت ۾ پورهئي جي سگهہ جي افزائش واري ان عمل ۾ هڪ وڏي جهيڙاند نہ موجود هوندي آهي. حقيقي سماجن اندر سرمائيدار طبقو اهڙيون حڪمت عمليون ٺاهيندو ۾ لاڳو ڪندو آهي جن سان ان گهريلو پورهئي منجهان قطعي يا نسبتي واڌو قدر پيدا ڪري سگهي. ساڳي ئي وقت پورهيت طبقو پڻ پنهنجو پاڻ کي جيئرو ۾ تازو توانو رکڻ لاءِ گهريلو پورهئي جي هڪ خاص مقدار ۾ نوعيت کي لاڳو ڪرڻ جي جدوجهد ڪندو آهي ۾ جيئن تہ عام صورتحال ۾ بہ پورهيو ۾ سرمايو ٻئي هڪ ٻئي کان الڳہ مختلف ۾ متضاد صورتن ۾ پاڻ اظهاريندا آهن. ان ڪري گهريلو پورهئي جو ٻنهي طرفن کان پنهنجي پنهنجي مفاد ۾ استعمال پڻ هڪ ڪرا نتيجا نہ ڏيندو آهي. ان ڪري پورهئي جي سگهہ واري جنس جي افزائش لاءِ گهربل حالتون يا ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ ٿيندڙ اها تاريخي ويڙهہ متضاد رجحانن جي پاڻ ۾ جدوجهد جو ئي هڪ سلسلو آهي. پورهيت جي ڪن خاص گروهن کي ملندڙ خاندان لاءِ اجورو (جهڙوڪ شادي شده فرد جي پگهار ۾ سندن گهرواريءَ لاءِ حصو) عورتن ۾ ٻارن جي صورت ۾ موجود صنعتي مزدورن جي تحفظ لاءِ ٿيندڙ قانون سازي، پورهئي جي منڊي جي جنسي يا نسلي بنيادن تي تقسيم، ٻاهران هجرت ڪري ايندڙ پورهيتن کي ڪوارٽرن يا بيرڪن ۾ رهائڻ وغيره ان ئي جدوجهد جا ڪي خاص نتيجا آهن.

هينئر تائين آءٌ پورهئي جي سگهہ جي افزائش کي هڪ معاشي، مظهر طور سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر ان ئي معاملي جو هڪ سياسي پهلو پڻ آهي جيڪو برابري جي خواهش جو اظهار آهي. مارڪس سمجهايو هو تہ سرمائيداري سماج

جي ان خاص سياسي پاسي جا بنياد ان سماج جي پيداوار ۽ ورهاست جي طريقيار ۾ سمايل آهن. پيداوار جي عمل ۾ ڳنڍيل انساني پورهئي جي تمام وڏي مقدار کي تجريدي انساني پورهئي يا سندن قدر جي برابر آڻي بيهاريو آهي. جڏهن تہ ورهاست جي عمل ۾ انساني پورهئي جي مختلف شڪلين ۾ سطحن جي اظهار انهن جنسن جي مٽا سٽا ٿيندي آهي. پورهئي جي سگهہ پڻ هڪ جنسي ئي آهي جنهن جي منڊيءَ ۾ خريد ۽ فروخت ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح پورهيت ۽ سرمائيدار مارڪيٽ ۾ پنهنجي پنهنجي جنسن جي مالڪ طور ملندا آهن ۽ ان ڏي وٺ کي ممڪن بنائڻ لاءِ سرمائيدار کي پورهيتن کي سندن پورهئي جي سگهہ جو مناسب اجورو آڇڻو ئي پوندو آهي. سرمائيداريءَ کي هڪ "ٺڳ يا ڦورو" نظام سمجهڻ واري خيال جي ابتڙ منڊيءَ ۾ پورهيت ۽ سرمائيدار ۾ ٿيندڙ اهو ونهوار/ ڪاروبار برابري جي بنياد تي ئي ٿيندو آهي. منڊيءَ ۾ هلندڙ اها برابري پيداواري جي عمل ۾ پورهيتن جي استحصال سان گڏ گڏ هلندي آهي. تنهنڪري انساني برابري صرف ڪوئي ڪوڙو نظريو يا تجريدي اصول نہ بلڪ هڪ پيچيده رجحان آهي جنهن جون پاڙون پيداواري ۽ ورهاست جي طريقيڪار ۾ کُتل آهن. منهنجو دليل اهو آهي تہ سرمائيداري سماجن ۾ ان برابري جي کوٽ عورت تي ٿيندڙ ظلم ۽ جبر جي هڪ خاصيت طور اظهاربي آهي. سرمائيداري سماج ۾ جيتوڻيڪ سمورن طبقن جون عورتون اڻ برابري کي منهن ڏينديون آهن، تنهن هوندي بہ اهي پورهيت طبقي جون عورتون ئي هونديون آهن جيڪي گهريلو پورهيو ڪنديون آهن.

برابري جي ان دائري کي وسيع ڪرڻ جي ڪوشش سان بہ مختلف محاذن تي بہ بنيادي چئلينج جنم وٺن ٿا. هڪ تہ سڀني ماڻهن کي برابر بنائڻ لاءِ ٿيندڙ اهي ڪوششون هيٺين يا محڪوم پرتن اندر يا انهن جي وچ ۾ موجود ويڇن يا اڻ برابري کي گهٽ ڪن ٿيون. ۽ ٻيو اهو تہ انهن سان سرمائيداريءَ جو جوهر، سندس استحصالي ڪردار وائکو ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ان جدوجهد جي نتيجي ۾ جيئن جيئن برابر حق ملندا ويندا تيئن تيئن سرمائيداري جو سماجي ۽ معاشي چهرو وڌيڪ ظاهر ۽ چٽو ٿيندو ويندو. اصلاحن لاءِ ٻي لاپ جدوجهد يا پورهيتن کي ٽوڙيندڙ شناخت جي سياست کان گهٽو اڳتي ۽ گهٽي مٿانهين برابري جي جدوجهد سرمائيداريءَ کان بہ گهٽو اڳتي جون راهون سُجهائي سگهي ٿي.

پنهنجي "تجريدي" نظرياتي نقطئہ نظر کي سميٽيندي آءٌ اهو چونديس تہ سرمائيداري پيداواري طريقيڪار ۾ سرمائي گڏ ڪرڻ جي منطق ۾ ۽ پيداوار توڙي ورهاست جي طريقيڪار ۾ عورت ہٹي نشاني تي هجي ٿي. هڪ طرف تہ سماجي افزائش جي اهم معاشي پاسن جي نسبت سان پورهيت طبقي جي مردن ۽ عورتن کي ڌار ڌار بيهاريو ويچي ٿو/ الڳ ڪيو ويچي ٿو/ اڻ برابر انداز ۾ بيهاريو ويچي ٿو. پر ہئي پاسي مردن جي پيٺ ۾ هر طبقي جي عورتن جا حق صلب ڪيا وڃن ٿا. حقيقي سماجن ۾ ٻين سببن

سان گڏوگڏ عورت جي مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي استحصال واري صورتحال عورت جي غلامي ۽ مٿس ٿيندڙ ظلم ۽ جبر جي اهم ترين پاسن منجهان هڪ آهي.

## ٻڌڻ وارا ۽ سندن لاڙا

1970ع جي ڏهاڪي ۾ گهريلو پورهئي جي نظرئي سازي بابت ٿيندڙ انهن ڪوششن جو مقصد به قسم جي ماڻهن کي پنهنجي ڳالهه سمجهائڻ يا کين ان لاءِ آماده ڪرڻ هو. جن منجهان هڪ ته عورتن جي حقن لاءِ وڙهندڙ ناريواد هئا/ هيون ۽ ٻيا مجموعي طور تي کابي ڌر وارا. اڪثر ناريوادين اهو چئي گهريلو پورهئي بابت نظرئي سازي جي ان عمل کي غلط قرار ڏنو ته اها ان معاملي ۾ اڻ ٺهڪندڙ مارڪسي تصورن کي زوري ٺاڻڻ جي هڪ غلط ڪوشش هئي جنهن جو ڪو درست نتيجو نه نڪرڻو هو ۽ ٻئي پاسي گهڻن ٽڪن مارڪسوادين پڻ ان بحث تي ڌيان ئي ڪونه ڏريو. انهن نه ته ان سموري بحث ۾ ڪو حصو ورتو ۽ نه ئي ان کي ڪنهن ليکي ۾ آندو. انهن ٻنهي ڌرين منجهان ڪنهن هڪ به سوشلسٽ ناريوادين طرفان سڏيءَ يا اڻ سڏيءَ ريت سُجهايل انهن رستن تي غور ڪرڻ جو ڪشٽ ئي نه ڪيو جن تي هلندي ان معاملي تي مارڪسي سمجهه کي ٻيهر جانچي ۽ سُڌاري سگهجي پيو.

هڪ خاص سبب جنهن ڪري گهريلو پورهئي بابت ان بحث کي ڪا خاص موٽ نه ملي سگهي. اهو نظرئي بابت سندس نقطئہ نظر هو. جيئن ته پاڻ اڳ ۾ به ذڪر ڪري آيا آهيون ته ڪوڙ سارين ناريوادين کي گهريلو پورهئي بابت ان ادب سان مسئلو اهو هو ته اهو گهڻو ٽڪو علمي ۽ عقلي دائرن تائين ئي محدود هو. اهو نه صرف انتهائي تجريدي هيو پر ونس نظرئي جو دائرو پڻ انتهائي محدود هو. خاص ڪري فرد جي ذات، سوچ ۽ ڪردار جا سوال هن قسم جي نظرئي کان ٻاهر هئا ۽ (ان سوچ مطابق) انهن سوالن جو واسطو ٿوس تاريخي ڇنڊ ڇاڻ جي ڏکئي ۽ منجهيل دائرن سان هو. ڪوڙ سارين ناريوادين نظرئي بابت سندن اهڙي تجريدي نقطئہ نظر کي رد ڪيو ۽ ڪوشش ڪئي ته ان جي ابتڙ مفصل ۽ واضح تجرباتي بنيادن تي نظرئي سازي ڪجي. ان ڪري سندن نظرياتي گهاڙيٽي ۾ موجود هڪ طاقتور پراڻ مچيل فرق سبب سندن نقطئہ نظر هڪ ٻئي کان مڪمل طور الڳ ٿي بيٺا. اڄ ھاڻي ان معاملي تي ماضي جي پيٽ ۾ وڏيڪ واضح آهيان ته منجهن ڪنهن به هڪ نقطئہ نظر سان سلهاڙيل ڪوئي شخص ڪيئن ٻيو ۽ مخالف نقطئہ نظر رکندڙ شخص سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۽ کيس پنهنجي ڳالهه سمجهائڻ کان لاچار هو. ايستائين جو هڪ ٻئي جو تنقيدي جائزو وٺڻ ته پري جي ڳالهه پر هڪ ٻئي جو ڪيل ڪم پڙهڻ ۾ به کين سندن نظرياتي گهاڙيٽي ۾ موجود فرق جي رُڪاوٽ سامهون اچي وئي.

1970ع جي پوري ڏهاڪي ۾ گهڻي ٽڪي کابي ڌر مارڪسي نظرئي کي ٻيهر جانچڻ

تہ پري جي ڳالھہ پر "ناريواد سوشلزم" جي اوسر جي ئي سخت مخالف هئي. منجهن کوڙ سارن حلقن ۾ ناريواد کي هڪ اهڙو بورجوا رجحان سمجهو ويندو هو جيڪو پورهيت طبقي جي اتحاد کي ٽوڙڻ لاءِ ئي استعمال ٿيو. آمريڪا جا مارڪسوادي نظرئي دان ۽ خاص ڪري مرد گهريلو پورهئي بابت ڇيڇندڙ ان ادب تي ڌيان ئي نہ ڏريندا هئا. هن پيري پڻ مسئلو ڪنهن حد تائين نظرياتي گهاڙيٽي/ رجحان ۾ موجود فرق جو هو. روايتي مارڪسي نقطئہ نظر مطابق سرمائيداريءَ جا سمورا پهلو طبقاتي استحصال سان ئي سلهاڙيل هئا. ٻيا معاملا جهڙوڪ جنسي، نسلي يا قومي ظلم ۽ جبر سوشلسٽن لاءِ نسبتي طور اهم تہ ٿي سگهيا ٿي پر اهي سڀ بحرحال مارڪسي نظرئي جي دائرن کان ٻاهر هئا.

گهريلو پورهئي بابت ٿيندڙ ان نظرئي سازي کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ وارن جي تعداد ۾ 1980ع جي ڏهاڪي ۾ هڪ ڊرامائي گهٽتائي اچي وئي. ان سڄي تنزل ۾ لازمي طور پوري دنيا ۾ انقلابي سماجي تحريڪن جي پستي ۽ مجموعي طور هڪ تنگ نظر سياسي ماحول جي اُسري اچڻ جو وڏو ڪردار هو. ان ڪري جيتوڻيڪ ناريوادين پنهنجو نظرياتي ڪم جاري رکيو تنهن هوندي بہ ان دور ۾ سندن ناريواد تحريڪن سان لاڳاپيل پنئين دور جي نسبت تمام گهڻو گهٽجي ويا هئا ۽ جڏهن اهو ادب سياسي تحريڪ کان وانجهي صرف ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ ٿيندڙ ريسرچ تائين محدود ٿي ويو تہ مٿس شعبہ جاتي دٻاءَ ۽ ادارتي اصولن ۽ حد بندين کي پڻ منهن ڏيڻو پيو. اِها پڻ هڪ حقيقت هئي تہ ناريوادين جي نئين نسل کي 1960ع واري اپار ۾ هلندڙ انقلابي ناريواد تحريڪ جو پڻ تجربو نہ ٿي سگهيو هيو ۽ انهن ان باري ۾ صرف پڙهيو يا ٻڌو ئي هو. نتيجي طور ان ۾ ڪوئي عجب ڳالھہ نہ هئي تہ ناريواد نظرئي جي سوشلسٽ خيالن سان بنيادي طور ڳنڍيل هجڻ واري خيال ۾ ماڻهن جو ھاڻي پروسو گهٽجي ويو هو.

ان سيني پستي ۽ تنزل باوجود 1980ع ۽ 1990ع جي ڏهاڪن ۾ گهريلو پورهئي بابت نظرئي سازي جو اهو عمل ختم نہ ٿي سگهيو. ويتر ان وقت کان هينئر تائين ان معاملي ۾ هڪ چڱي ڀلي دلچسپي موجود آهي. انهن علائقن ۾ جتي هڪ يا ٻئي سبب ڪري مارڪسي نظرئي جون روايتون اڃا سگهاريون آهن. (مثال طور برطانيہ يا ڪئناڊا ۾) اتي معاشيات، سماجيات توڙي تاريخ جي ماهرن جا مختلف گروهہ مرد توڙي عورتون اڃا تائين گهريلو پورهئي بابت 1960ع، 1970ع جي دؤر ۾ ڇيڇندڙ ان ادب جي اٿاريل سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا رهن ٿا. پر آمريڪا اندر انهن سوالن تي ڪم ڪرڻ وارن جو تعداد برطانيہ يا ڪئناڊا جي ڀيٽ ۾ ڪافي گهٽ آهي. اهي فيمنسٽ دانشور جيڪي اڃا تائين ان ادب جي اصطلاحن کي استعمال ڪن ٿيون، سي کين تجزياتي انداز ۾ استعمال ڪرڻ بجاءِ صرف استعاري طور استعمال ڪن ٿيون. مثال طور: گهريلو پورهيو اڄ بہ سندن لاءِ ڪا اهڙي شيءِ آهي جنهن جي جاءِ ۽ پورهيو ڪرڻ وارا ماڻهو بلڪل واضح آهن. (يعني گهر ۽ عورتون). افزائش، هڪ اهڙو اصطلاح جنهن

جو مختلف نظرياتي حلقن ۾ مختلف معنائون هيون ۽ مٿن شروعات ۾ تمام گهڻو بحث موجود هو جي هاڻي صرف جنسي معنيٰ ئي وڃي بچي آهي. افزائشي پورهئي جي هڪ نئين اصطلاح سان گڏ هاڻي افزائش مان مراد اُهي سمورا ڪم آهن جيڪي ماڻهو ڪي روزانيٰ بنيادن تي تازو ۽ توانو رکن ٿا ۽ جن ۾ احساساتي عقلي توڙي جسماني سان گڏ اجرتي ۽ غير اجرتي پورهيو شامل آهي. ان ادب جي چند چاڻ ڪندي هڪ آمريڪي ليکڪ ايولين نڪانو گلين (Evelyn Nakano Glen) لکي ٿو ته:

"سماجي افزائش جو اصلاح هاڻي نهايت ئي وسيع بنياد تي سمجهيو ٿو وڃي، جنهن مان مراد ماڻهوءَ جي ثقافتي، سماجي ۽ جسماني تخليق ۽ ٻيهر تخليق (پالنا، سار سنڀال) آهي. ان ڪري ان ۾ ذهني، احساساتي ۽ جسماني پورهيو شامل آهي. اِهو پورهيو ڪوڙ سارن طريقن سان سنڀالجي ۽ استعمال ٿئي ٿو. اهو گهر يا گهر کان ٻاهر، اجرتي يا غير اجرتيَ انداز ۾ مٽا سٽا جو قدر يا صرف استعمال جو قدر جوڙي ٿو. مثال طور ڪاڏو ڻاهڻ جو عمل گهر ۾ گهر جو ڪو ڀاتي بنا ڪنهن اُجوري جي به ڪري سگهي ٿو پر هڪ نوڪر ساڳو ئي ڪم/ پورهيو اجوري تي ڪري ٿو. ايستائين جو اهو ساڳو ئي ڪم/ پورهيو جيڪڏهن ڪنهن هوٽل تي ٿئي ٿو ته ان مان واڌو قدر پڻ حاصل ٿئي ٿو."

1980ع ۽ 1990ع جي ڏهاڪن ۾ آمريڪا جا مارڪسي نظرئي دان گهڻا ٽٽا مرد ئي رهيا آهن ۽ انهن ناريواد سوشلسٽن جي گهريلو پورهئي بابت ڪيل ڏهاڪن جي محنت ۽ سندن ڪيل ڪم ڪي ليکيو ئي ناهي. منجهن ڪوڙ سارا اڄ به ناريواد کي "شناخت جي سياست" جو هڪ مثال سمجهن ٿا، جيڪا صرف ڪاٻي ڌر ۾ ڏار وجهي ڪيس ڪمزور ئي ڪري سگهي ٿي. ڪين مارڪسي نظرئي جي استحڪام جي پڻ پريشاني آهي. ساڳئي ئي وقت ائين ٿو ٿئي ته اهي ان معاملي بابت جاري بحثن جا هڪ وڏي سلسلي کان پڻ اڻ واقف آهن. پر هاڻي منجهائن ڪي چند ان بحث ۾ شامل ٿيا آهن. ڪجهه ته انهن ساڳين ئي شين تي بحث وڃنا ڪن جيڪي 1970ع جي فيمنسٽن سلجهائي ورتيون هيون (۽ هاڻي معاملا ان کان گهڻا اڳتي اُسري آيا آهن). ٻين وٽ عورت تي ٿيندڙ ظلم ۽ جبر پنهان ٻولي، نفسيات ۽ جنسيات جا معاملا ڪار فرما آهن. عورت جي غلامي کي ائين ٻولي، نفسيات يا جنسيت جي خارجي بنيادن تي سمجهائيندي، اُهي ان مامري کي واڌو قدر گڏ ڪرڻ ۽ سرمائيداري سماجي افزائش کان ڪٽي ڌار ڪري ٿا ٻيهارين ۽ ان معنيٰ ۾ اهو مارڪسي سياسي معاشيات جو موضوع ئي نه ٿو رهي.

گهريلو پورهئي تي ڪم ڪندڙ پنئين دؤر جا نظرئي دان عورت جي زندگيءَ کي سرمائيداري نظام جي هلت چلت ۾ هڪ بنيادي معاملو ڪري سمجهندا هئا. اِهي ئي اُهي ماڻهو هئا جن مستقبل ۾ مارڪسزم ۾ ايندڙ بحران جي اڳڪٿي ڪئي ٿي ۽ انهن مارڪسزم ۾ موجود کوٽن تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. منهنجي خيال ۾ هنن طرفان ناريواد ۽ مارڪسي سياسي معاشيات تي اٿاريل سوالن تي بحث اڃا مڪمل ناهي ٿيو.

## ايڪويهين صديءَ ۾ گهريلو پورهئي جو سوال:

گهريلو پورهئي بابت 60 ۽ 70 ۾ ڇپجندڙ ادب ان نقطي تي زور ڏيندو هو تہ سماجي افزائش جي عمل ۾ عورت تي ٿيندڙ ظلم ۽ جبر کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. پنهنجين سمورين ڪوتڻ سميت اهو نقطۂ نظر اڄ بہ درست آهي. سرمائي کي اڄ بہ استحصال لائق پورهئي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي جوڳا وسيلا گهربل آهن ۽ ساڳي ئي ضرورت ڪيس پنهنجين جنسن کي کپائڻ لاءِ ڪنهن خاص ترتيب ۾ پرويل گراهڪن جي بہ آهي. دنيا جي نئين انداز ۾ جوڙجڪ (Global Restrucuring) پورهئي جي سگهہ جي روزاني سار سنڀال ۽ مختلف دؤرن ۾ سندس تبديليءَ جي عملن کي تمام گهڻو تبديل ڪري ڇڪي آهي (۽ اڃا تائين ڪري رهي آهي) ۽ انهن تبديلين ۾ گهريلو پورهئي کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. اڄ "مرد ڪمائيندڙ- عورت پاڙيندڙ" واري روايتي خانداني ترتيب کان گهڻو اڳتي گهريلو پورهئي جون ڪوڙ ساريون نيون صورتون اُسري آيون آهن. اڄ اڪثر خاندان گهريلو پورهئي تي صرف ٿيندڙ وقت ۽ سندس معيار تان دستبردار ٿيندي پنهنجو گهڻو تڻو وقت اجرتي پورهئي کي ڏين ٿا. ٻين گهرن ۾ غربت، افلاس خطرنا حد تائين وڌندڙ ويڳاڻپ ۽ گهريلو پورهئي جي هڪ ڪرب ناڪ صورت گهر ڪري وئي آهي. ان معنيٰ ۾ پورهئي جي سگهہ جي هڪ خاص حلقي جي افزائش پڻ سوال هيٺ اچي وئي آهي. نئين ۽ تازي تواني پورهئي جو سوال هاڻي علاقائي طور پڻ گهڻو ڦهليو آهي. اڄ ڪلهہ پورهئي جي لڏ پلاڻ هڪ عمومي رجحان آهي جنهن سبب خاندان ٽُٽن ٿا ۽ گهريلو پورهئي جا مائٽاڻا توڙي غير مائٽاڻا نيا قسم اوسر ڪن ٿا. ساڳئي ئي وقت ڪوڙ سارن ڌڪاڻيل سماجي گروهن کي سماجي حقن (جهڙوڪ ووٽ جي حق وغيره) ۾ ميسر برابري جيتوڻيڪ گهڻن ئي پاسن کان فائديمند آهي، تنهن هوندي بہ اها اُهي مسئلا ۽ مشڪلاتون پڻ جنمي ٿي جن جو اڳ ۾ ڪنهن کي اندازو بہ نہ هو.

ايڪويهين صدي جي شروعات تائين جتيوڻيڪ عورت کي سگهہ بخشيندڙ ڪوڙ ساريون تبديليون اچي چُڪيون آهن، تنهن هوندي بہ اڄ جي عورت تي اڃا تمام گهڻو وزن موجود آهي. ان وزن ۾ ٻين ڪوڙ سارين ذميوارين سان گڏ، ٻٽي ڏهاڙي، مُڙس جي غير موجودگي، مٽن مائٽن کان دوري ۽ ڪنهن بہ سماجي سهڪار کان سواءِ (جيڪو اڳ ۾ ساهُرن ۽ پيڪن سان مضبوط تعلق جي صورت ۾ موجود هو) اڪيلي سِر ٻار ڄڻڻ ۽ سندن سار سنڀال ڪرڻ جون ذميواريون شامل آهن. مختصر طور عورت جو تجربو اڄ بہ اها گهر ڪري ٿو تہ گهريلو پورهئي ۽ سرمائيداري دؤر ۾ سماجي افزائش جي عمل ۾ سندس ڪردار بابت نظرثي سازي ٿئي.

ادب

# ملحد جو اوورڪوٽ

برٽولٽ بريخت/ دليپ "دوشي"



هي 1600ع جي ڳالهه آهي جو چرچ جي جانچ پڙتال Inquisition واري شعبي گيارڊ نوبرونو کي، سندس لاديني خيالن جي ڪري زندهه باهه ۾ ساڙڻ جو فيصلو ڪيو هو. برونو صرف انهيءَ ڳالهه جي ڪري عظيم انسان نه هو جو هُن ستارن جي گردش کي حقيقت ثابت ڪيو هو. پر ان ڪري به جو هن انتهائي جرئت، دليري ۽ بهادري سان جانچ پڙتال جي عدالت ۾ پنهنجو مقدمو وڙهيو هو ۽ کين مخاطب ٿيءِ اهي تاريخي لفظ چيا هئائين ته:

"توهان منهنجي خلاف اِهو فيصلو خوف ۽ ڊپ وچان ڏيئي رهيا آهيو."

جڏهن به ڪو هُن جي تحريرن کي پڙهندو آهي ۽ انهن رپورٽن تي نظر وجهندو آهي جيڪي هُن جي خلاف مقدمي جي دوران لکيون ويون هيون ته کيس وڏو ماڻهو تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندو آهي. ان کان علاوه هڪ ٻيو به واقعو آهي جنهن جي ڪري اسان جي نظرن ۾ هن جي عزت ڀيرئين کان به وڌي ويندي آهي. اِهو واقعو هُن جي اورڪوٽ جو آهي.

وينس جو هڪ امير جنهن جو نالو موچي نيگو هو هُن هڪ دفعو برونو کي پنهنجي گهر سڏرايو ته جيئن طبيعيات ۽ ٻين علمن جي باري ۾ درس وٺي سگهي. پر هڪ مهيني جي عرصي ۾ هن جيڪي ڪجهه پڙهايو موچي نيگو ان مان غير مطمئن هو. چاڪاڻ ته کيس اميد هئي ته برونو علم طبيعيات جي بجاءِ ڪاري جادو جي تعليم ڏيندو تنهنڪري موچي نيگو ڪيترائي دفعا برونو کي نهايت ئي خلوص سان تنبيهه ڪندي چيو ته هو کيس پراسرار ۽ فائديمند علم سکائي چاڪاڻ ته کيس يقين هو ته برونو جهڙو مشهور عالم انهيءَ علم کان ضرور واقف هوندو. پر جڏهن هُن ڏٺو ته برونو انهيءَ معاملي ۾ سندس لاءِ وڌيڪ فائديمند ناهي پوءِ سوچيائين ته ڪهڙي ريت معاوضو بچائجي جيڪو پڙهائي جي عيوض طئه ٿيو هو. اهو ذهن ۾ رکي هُن برونو کي جانچ پڙتال جي سامهون ملزم طور پيش ڪيو ۽ رپورٽ ۾ لکيائين ته هن خراب ۽ ناشڪري انسان منهنجي موجودگي ۾ حضرت عيسيٰ کي بُرو ڀلو چيو آهي ۽ راهبن ۽ پادرين جي باري ۾ چيائين ته

اُهي گڏهه آهن ۽ عوام ۾ سڀ کان وڌيڪ احمق ۽ بيوقوف آهن ۽ وڏي ڳالهه اِها جو هن بائيبل جي تعليمات جي خلاف پڙهايو وغيره وغيره. ان سان گڏ موچي نيگو کيس هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ انڪوئيزيشن جي آفيسرن کي درخواست ڪيائين ته اهي اچي کيس وٺي وڃن.

هن جي رپورٽ تي انڪوئيزيشن جا آفيسر رات جو آيا ۽ کيس پاڻ سان گڏ جيل وٺي ويا. هي واقعو 25 مئي 1592ع تي سومر جي ڏينهن صبح جو 3 بجي ٿيو. ان ڏينهن کان وٺي 17 فيبروري 1600ع تائين جنهن کيس ڪچري ۾ ڪاٺين جي ڍير تي زنده جلائڻ لاءِ آندو ويو هو جيل کان ٻاهر نه نڪتو. هُو انهن 8 سالن ۾ مقدمي جي اذيتن مان گذري بغير ڪنهن ڪمزوري جي پنهنجي زندگي لاءِ وڙهندو رهيو. پر هڪ مهينو جيڪو هن پنهنجي بچاءَ لاءِ وينس ۾ گذاريو. صرف تنهن وقت هو پنهنجو دفاع محنت ۽ مشقت سان نه ڪري سگهيو ڇاڪاڻ ته انهيءَ دوران اورڪوٽ جو واقعو پيش آيو.

1592ع جي سردين ۾ جڏهن هو هڪ ڪرائي جي ڪمري ۾ رهندو هو. هن شهر جي هڪ درزيءَ کي پنهنجي لاءِ ٿلهي اورڪوٽ جي ماپ ڏني هئي. (درزي جو نالو جبريل سنتو هو) ڪوٽ ملڻ کانپوءِ هُن کي گرفتار ڪيو ويو. تنهن وقت هو درزي کي ڪوٽ جي قيمت ادا نه ڪري سگهيو هو.

درزي جيئن ئي هن جي گرفتاري جي خبر ٻڌي ته هو پڇندو پڇندو موچي نيگو جي گهر پهتو ته جيئن پنهنجا پئسا وصول ڪري سگهي. پر وقت گذري چڪو هو. موچي نيگو جي هڪ نوڪر کيس دروازي تي ئي روڪي ڇڏيو ۽ چيو ته "هن دوکي باز کي اسين اڳ ۾ ئي گهڻو ڪجهه ڏيئي چڪا آهيون." اهي لفظ هن دروازي تي بيٺي بيٺي ايترو زور سان چيا جو رستي تان ويندڙ ڪجهه ماڻهو ٻڌي ڪري بيهي رهيا. بهتر اهو آهي جو هن ملحد جي خلاف توکي جيڪي ڪجهه به چوڻو آهي سو مقدس عدالت جي سامهون وڃي چئو."

درزي اهي لفظ ٻڌي سڪتي ۾ اچي ويو ۽ انهيءَ حالت ۾ ٿوري دير تائين گهٽي ۾ بيٺو رهيو. گهٽي جي ڪجهه ڇوڪرن جن اها گفتگو ٻڌي هئي. انهن مان هڪڙي پٿر ڪڍي درزي کي هنيو تنهن تي ٽتل قاتل ميرن ڪپڙن ۾ پهريل هڪ عورت ڇوڪري جو ڪن ڇڪيو. پر سنتو کي جلدي انهيءَ ڳالهه جو احساس ٿي ويو ته ماڻهن جو خيال هوندو ته منهنجو به انهيءَ ملحد سان ضرور ڪوئي تعلق آهي. تنهنڪري هو خاموشي سان تڪڙو تڪڙو واپس پنهنجي گهر هليو آيو. هن پنهنجي زال کي انهيءَ حادثي جي باري ۾ ڪجهه به نه ٻڌايو. پر سندس زال کي مڙس جي پوري هفتي جي خاموشي ۽ اداسي تي تعجب ضرور ٿيو.

پهرئين جون تي حساب ڪتاب ڪندي کيس خبر پئي ته هڪ اورڪوٽ جي قيمت ادا ناهي ڪئي وئي ۽ اهو اورڪوٽ انهيءَ ماڻهوءَ جي نالي تي هو جنهن جو نالو

تنهن وقت شهر جي هر ننڍي توڙي وڏي، ٻار توڙي ٻڍي جي زبان تي هو ۽ هن جي باري ۾ خراب افواهون گردش ڪري رهيون هيون. هن نه صرف ڪتاب لکي پنهنجي عزت و آبرو مٽيءَ ۾ ملائي پر پنهنجي گفتگو ۾ به مذهب جي خلاف ڳالهيون ڪيون. مثال طور حضرت عيسيٰ کي جادوگر چيائين ۽ سچ جي باري ۾ بيوقوفن واريون ڳالهيون ڪيائين. تنهنڪري اهڙي شخص مان اها ئي اميد هئي ته هو اورڪوٽ جي قيمت ادا نه ڪندو. هن نيڪ عورت جي بلڪل به اها خواهش نه هئي ته هو ايڏي وڏي نقصان کي برداشت ڪري، تنهن ڪري پنهنجي مڙس سان جهيڙو ڪري هي 70 ساله عورت پنهنجي آچر جي جي ڪپڙن ۾ مقدس عدالت جي عمارت وٽي پهتي ۽ اُتي هن ڏاڍي ناراضگي سان پنهنجي 32 اسڪوڊي (هڪ قسم جو سڪو) جي لاءِ مطالبو ڪيو جيڪو هن ملحد قيدي جي ذمي هو. هڪ عملدار عورت جو مطالبو لکيو ۽ واعدو ڪيائين ته هو انهيءَ معاملي جي ڇنڊ ڇاڻ ڪندو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ سنتو کي مقدس عدالت ڀاران گهرايو ويو. تنهن تي اهو غريب ڊپ ۽ خوف مان ڏڪندو انهيءَ هيبتناڪ عمارت ۾ پهتو ۽ پنهنجي آمد جي اطلاع ڏنائين. کيس تعجب ٿيو ته هن کان ڪوبه سوال نه پڇيو ويو ۽ صرف اهو چيو ويو ته قاعدن ۽ قانون مطابق، قرض جي باري ۾ قيدي جي مالي حالت ڏسي پوءِ فيصلو ڪيو ويندو. عملدار کيس اهو به چيو ته ڪنهن خاص ڪاميابي جي اميد نه رکڻ گهرجي.

پوڙهو ماڻهو جلدي جان ڇٽڻ تي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن عملدار جو خوشامدانه انداز ۾ شڪريو ادا ڪيو پر هن جي زال بلڪل خوش نه هئي. حالانڪ نقصان جو پورائو ٿي پئي سگهيو پر هن نه پئي چاهيو ته سندس مڙس شام جو آرام تباهه ڪري رات جو دير تائين سلائي ۾ مصروف رهي. ان کان علاوه هو ڪپڙن وارن جا به قرضي هئا ۽ ان جو قرض ڏيڻ به ضروري هو تنهنڪري هو گهر ۾ ۽ گهر کان ٻاهر اهو چوندي ڦرندي هئي ته اها ڪيڏي نه شرم جي ڳالهه آهي جو هڪ دوکي باز کي پنهنجو قرض ادا ڪرڻ کان ڀهرئين گرفتار ڪري قرض گهرڻ وارن کان پناهه ڏني وئي آهي. هن ته ايتري قدر چيو ته هو پنهنجي 32 اسڪوڊي خاطر روم ۾ مقدس پيءُ وٽ وڃڻ کان به گريز نه ڪندي. هُو اهو به چوندي هئي ته:

"هن کي ٻاهه جي ڍير تي اورڪوٽ جي ضرورت به نه پوندي"

انهيءَ سلسلي ۾ هو پنهنجي پاڙي جي پادري وٽ به وئي ۽ جيڪو ڪجهه به هن سان پيش آيو اهو بيان ڪيائين. پادري مشورو ڏنو ته هو مقدس عدالت کان اهو مطالبو ڪري ته جيڪڏهن پئسا نٿا ڏنا وڃن ته گهٽ ۾ گهٽ اورڪوٽ ئي واپس ڏنو وڃي. پر پوڙهي عورت جو چوڻ هو ته اورڪوٽ برونو جي ماپ مطابق تيار ٿيو آهي ۽ اُهو ڪوٽ يقينن هن پاتو به هوندو تنهن ڪري هُو ڪوٽ واپس وٺي ان کي ڇا ڪندي مون کي ته هُن جي قيمت کپي. جڏهن هُن وڏي گوڙ شور ڪيو ته پادري کيس ڪمري مان ڪيڏي

ڇڏيو. تنهن ڪانپوءِ هو ٻجي وئي ۽ ڪجهه هفتن تائين خاموش رهي ۽ گرفتار ملحد جي خلاف وڏيڪ ڳالهيون نه ڪيائين.

شهر ۾ هر ڪنهن اهو پئي چيو ته مقدمي ۾ عدالت ظالماڻو ۽ غير همدرد رويو اختيار ڪيو آهي. پوڙهي عورت هِتان هُتان اهي سڀ ڳالهيون ٻڌندي رهي. هن لاءِ اها ڳالهه انتهائي اذيت جو باعث هئي ته ملحد جي خلاف سنگين الزام لڳايا ويا آهن تنهن ڪري هن جي آزاد ٿيڻ جو ڪوبه امڪان ناهي ۽ جيڪڏهن هو آزاد نه ٿيندو ته قرض به چُڪائي نه سگهندو.

انهن خيالن ۾ پوڙهي عورت جي راتن جي ننڊ حرام ٿي وئي. آگسٽ جي مهيني ۾ جڏهن گرمي سيني جا هوش و حواس خطا ڪري ڇڏيا هئا ته هُن پنهنجي گراهڪن جي سامهون الزامن ۽ شڪايتن جي پرمار شروع ڪري ڇڏي ۽ اهو به چيو ته پادرين کي سخت گناهه ٿيندو جيڪڏهن انهن هڪ غريب دستڪار جو جائز مطالبو پورو نه ڪيو. چاڪاڻ هڪ ته ٽيڪسن جي پرمار آهي ٻيو وري مهانگائي ۽ مالي نقصان.

نتيجو اهو نڪتو جو هڪ ڏينهن صبح جي وقت هڪ عملدار ڪيس مقدس دفتر وٺي ويو ۽ اتي تنبيهه ڪئي وئي ته آئينده هُو پنهنجي زبان تي قابو ڪري ۽ چيو ويو ته ڪيس شرم نٿي اچي جو هُو چند سڪن جي خاطر هڪ انتهائي مقدس ۽ اهم مقدمي ۾ رڪاوٽ وجهي رهي آهي؟ سختي سان چيو ويو ته هو پاڻ سمجهي وڃي نه ته ڪيس خاموش ڪرڻ لاءِ ٻيا طريقا اختيار ڪيا ويندا.



ڪجهه عرصي تائين ان سخت تنبيهه اثر ڪيو پر مقدس عملدار جا اهي لفظ ياد ايندا هئا ته "چند سڪن جي خاطر" ته ڪيس ڪاوڙ ايندي هئي پر وري صبر ڪري خاموش ٿي ويندي هئي. پر سيپٽمبر جي مهيني ۾ جڏهن اها خبر پکڙي ته انڪوئيزيشن جي آفيسر قيدي کي روم گهرايو آهي ته هڪ دفعو وري عورت کي پنهنجن پئسن جي فڪر ٿيڻ لڳي.

ڪجهه عرصي تائين اها ڳالهه شهر جي ماڻهن ۾ زير بحث رهي ته هن کي روم جي حوالي ڪيو ويندو يا نه؟ شهر جي انتظاميه روم جي عدالت جي برتري مڃڻ لاءِ تيار نه

هئي. هيڏانهن وري پوڙهي عورت کي اها فڪر هئي ته واقعي انهيءَ ملحد کي منهنجا قرض جا پئسا واپس ڏيڻ ڪانسواءِ روم وڃڻ ڏنو ويندو؟ اجا هن انهيءَ ڳالهه جي پوري طرح تصديق نه ڪئي هئي پر هن کان صبر نه ٿيو ۽ ڀوڙندي وڃي مقدس عدالت جي عمارت پهتي. انهيءَ دفعي هن جي ملاقات هڪ وڏي عملدار سان ٿي ۽ تعجب جي ڳالهه اها هئي جو ٻين عملدارن جي پيٺ ۾ هن سندس ڳالهه وڌيڪ غور سان ٻڌي. جڏهن عورت شڪايت ٻڌائي ورتي ته ٿوري ساهي کانپوءِ پوڙهي عهديدار سوال ڪيو ته ڇا هُو برونو سان ملڻ پسند ڪندي..؟؟

هن فوراً ها ڪئي ۽ ملاقات جي لاءِ ٻئي ڏينهن وقت مقرر ٿيو. ٻي ڏينهن صبح جي وقت هڪ ننڍڙي ڪمري ۾، جنهن جي درين ۾ شيخون لڳل هيون هن جي ملاقات هڪ ٿلهي متاري ماٺهو سان ٿي جنهن جي ڪاري ڏاڙهي هئي. هن انتهائي مهذب انداز ۾ پڇيو ته سندس ڪهڙو مطالبو آهي؟ هن قيدي کي ان وقت ڏٺو هو جڏهن هو ڪوٽ جي ماپ ڏيڻ آيو هو تنهنڪري سندس شڪل ذهن ۾ محفوظ هئس. پر اڄ هو ڪيس جلدي سڃاڻي نه سگهي، مقدمي دوران هن ۾ ڪافي تبديلي اچي وئي هئي.

پوڙهي عورت جلدي جلدي چيو ته "اُهو اورڪوٽ، جنهن جي قيمت توهان ادا نه ڪئي هئي."

برونو گهڙي ڪن لاءِ تعجب سان ڏٺو ۽ ٿوري دير بعد جڏهن ڪيس ڪجهه ياد آيو ته هن آهستي پڇيو "آئون توهان جو ڪيتري رقم جو قرضدار آهيان."

"32 اسڪودي جا" هن چيو "انهيءَ جو بل توهان کي ڏنو ويندو." تنهن تي برونو موٽي عملدار طرف ڏٺو جيڪو گفتگو جي دوران مٿس نگاهه رکي رهيو هو ۽ ڪائنس پڇيائين ته ڇا توکي خبر آهي مقدس آفيس ۾ منهنجي ڪيتري رقم جمع ڪئي وئي آهي!! ٿلهي عملدار کي انهيءَ بابت ڄاڻ نه هئي پر هن واعدو ڪيو ته هو معلوم ڪري ٻڌائيندو. قيدي وري پوڙهي عورت طرف متوجه ٿيو ۽ اهو سوچيندي ته هن جو اصل مسئلو ختم ٿي ويو آهي، پڇيائين ته "توهان جي مڙس جي طبيعت ڪيئن آهي."

پوڙهي عورت جيڪا قيدي جو اخلاق ڏسي پريشان ٿي چڪي هئي، ٻُڙ ٻڙائيندي چيو ته سندس مڙس ٺيڪ آهي، بس جسم جي سنڌن ۾ ٿورو سور رهندو آهي.

هو ٻن ڏينهن کان پوءِ وري مقدس عدالت جي آفيس وئي ۽ برونو سان ملڻ جي خواهش ڪيائين ۽ هڪ دفعو وري برونو سان ملڻ ۽ ڳالهه ڪرڻ جي اجازت ملي وئي. پر هن دفعي ڪيس ننڍڙي لوهيون شيخون لڳل درين واري ڪمري ۾ قيدي جو هڪ ڪلاڪ تائين انتظار ڪرڻو پيو. ڇاڪاڻ ته هو عدالت ۾ هو جڏهن هو واپس ڪمري ۾ آيو ته چهري ۾ ڏاڍو ٿڪل لڳي رهيو هو. جيئن ته ڪمري ۾ ڪابه ڪرسي پيل نه هئي. تنهن ڪري هو ديوار کي ٽيڪ ڏئي بيهي رهيو ۽ فوراً پوڙهي عورت سان مخاطب ٿيندي انتهائي ڪمزور آواز ۾ چيائين ته حالتون اهڙيون ناهن جو آئون اورڪوٽ جي قيمت ادا

ڪري سگهان. چاڪاڻ تہ مقدس عدالت ۾ جيڪو سامان جمع ٿيل آهي تنهن ۾ نقد رقم ڪجهہ بہ ناهي. پر ڪيس مايوس ٿيڻ جي ضرورت ناهي ڇو جو فرينڪفرٽ ۾ هڪ پبلشر سندس ڪتاب ڇاپيا آهن جنهن جا پئسا هن کي ناهن مليا. سياڻي صبح آئون مقدس عدالت کي درخواست ڪندس تہ ڪيس پبلشر کي خط لکڻ جي اجازت ڏئي.

اڄ ڪيس وري مقدمي ۾ پيش ٿيڻو آهي. حالانڪ هو ٿڪجي چڪو آهي ۽ سندس طاقت جواب ڏئي چڪي آهي. پرهن کي پنهنجو دفاع ڪرڻو آهي ڪيس ڊپ آهي تہ هو شايد سوالن جا جواب صحيح طرح نہ ڏئي سگهي.

جڏهن هو ڳالهائي رهيو هو تہ پوڙهي عورت ڇبهندڙ نگاهن سان ڪيس ڏسي رهي هئي. هو اهڙن قرضدارن کي چڱي طرح سڃاڻيندي هئي جيڪي پئسا ڏيڻ وقت ٽٽائيندا ۽ بهانا ڪندا هئا.

”جڏهن تو وٽ پئسا نہ هئا تہ پوءِ تو اورڪوٽ ڇو سبرايو هو.“ پوڙهي عورت پڇيو.

قيدي هن جي ڳالهہ ٻڌي ها ۾ ڪنڌ هلايو ۽ اهو ظاهر ڪيائين تہ هو سندس ڳالهہ سمجهي ويو آهي.

هن جواب ۾ چيو ”مون هميشہ ڪتاب لکي ۽ ليڪچر ڏئي پئسا ڪمايا آهن. منهنجو خيال هو تہ جلدي پئسا ڪمائي وٺندس. اورڪوٽ مون کي ان ڪري کپيو پئي جو موڪلن ۾ منهنجو ٻاهر وڃڻ جو ارادو هو.“ هن اهو سڀ بغير ڪنهن تلخي ۽ تڪليف جي چيو. پوڙهي عورت کي تہ ڄڻ اهو جواب ٻڌي ٻاهہ لڳي وئي هو ڪاوڙ مان ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي. سندس خيال هو تہ پئسا هاڻي ٻڏي ويا.

انهيءَ رات سمهڻ وقت هن پنهنجي مڙس کي چيو ”اهو ڪهڙو بيوقوف هوندو جيڪو اهڙي شخص کي پئسا موڪليندو جنهن تي انڪوئيزيشن ۾ مقدمو هلي رهيو هجي.“

هن جو مڙس تہ بس انهيءَ ڳالهہ تي خوش هو جو روحاني عملدارن ڪيس جلدي ڇڏي ڏنو ۽ انهيءَ ڪري پريشان هو جو سندس زال پئسن جي وصولي لاءِ ناحق ۾ اجائي ڪوشش ڪري رهي آهي. هن ٻڙ ٻڙ ڪندي چيو تہ ”هن کي هاڻي ٻين ڳالهين بابت سوچڻ گهرجي.“ ٻيو مهينو بہ انهن جي ناخوشگوار مسئلي ۾ ڪا تبديلي آڻڻ بنا گذري ويو. جڏهن جنوري جو مهينو شروع ٿيو تہ پوپ جمهوريہ تي دٻاءُ وڌو تہ ملحد کي مقدمي جي ڪارروائي لاءِ روم موڪليو وڃي. انهيءَ موقعي تي پوڙهي عورت کي بہ مقدس آفيس اچڻ جو دعوت نامو مليو. جيئن تہ دعوت نامي ۾ ڪنهن خاص وقت جي پابندي جو ذڪر ٿيل نہ هو. تنهن ڪري هو منجمند وقت اوڏانهن هلي وئي. تنهن وقت قيدي جمهوريہ جي سرڪاري وڪيل جو انتظار ڪري رهيو هو جيڪو شهري ڪائونسل جي طرفان هن جي روم وڃڻ جي خلاف اپيل ڪرڻ چاهيندو هو. پوڙهي عورت جو استقبال انهيءَ عملدار ڪيو جنهن پهرين دفعو هن جي برونو سان ملاقات جو انتظام ڪيو هو. عملدار ڪيس

ٻڌايو تہ هن وقت قيدي پنهنجي مقدمي جي سلسلي ۾ هڪ اهم ملاقات ۾ مصروف آهي. پهرئين هن کان معلوم ڪجي تہ هو توسان ملڻ لاءِ تيار آهي يا نہ. عورت بہ مختصر جواب ڏيندي چيو تہ ها. ها ضرور معلوم ڪرايو وڃي. تنهن تي هڪ ماڻهو فوراً ٻاهر ويو ۽ جڏهن هو واپس آيو تہ قيدي هن سان گڏ هو. پنهي جي گفتگو اعليٰ عملدارن جي سامهون ٿي.

ان کان پهرئين جو برونو جيڪو دروازي مان مسڪرائيندو آيو هو ڪجهہ ڳالهائي، پوڙهي عورت فوراً چيو جيڪڏهن توهان جو ارادو موڪلن ۾ ڪيڏانهن وڃڻ جو هو تہ پوءِ توهان هي سڀ ڪجهہ ڇو ڪيو؟ ننڍو ماڻهو ٿوري دير لاءِ پريشان ٿي پيو. هن ٽن مهينن ۾ ايترن تہ سوالن جا جواب ڏنا هئا جو فوراً ڪجهہ چئي نہ سگهيو ۽ ڪيس عورت سان گڏ آخري ملاقات بہ گهڻو ياد نہ رهي هئي. هن عورت کي مخاطب ٿي ڪري چيو:

"مون کي ڪا رقم نہ ملي سگهي، مون انهيءَ سلسلي ۾ وري خط لکيو هو پر ڪوبہ جواب نہ آيو تنهن ڪري مون سوچيو آهي تہ توهان اورڪوٽ واپس وٺو."

مون کي خبر هئي تہ اٿين ٿي ٿيڻ وارو آهي، پوڙهي عورت نفرت ۽ حقارت مان چيو "اورڪوٽ اسان توهان جي ماپ جو ٺاهيو هو ۽ اهو ٻين جي ڪهڙي ڪم ايندو."

بروني اندروني اذيت محسوس ڪندي هن طرف ڏٺو. "مون اهو سوچيو بہ نہ هو" هُو مقدس عملدار ڏانهن مڙيو ۽ ڪيس مخاطب ٿي چيائين.

"ڇا آئون پنهنجون سڀ شيون وڪڻي انهن جي رقم هن کي ڏئي سگهان ٿو."

"اهو ممڪن ناهي." عملدار چيو "انهن تي جناب موچي نيگو جي دعويٰ ٿيل آهي، ڇاڪاڻ تہ توهان ڪافي عرصي تائين هن جي خرچ تي سندس گهر ۾ رهيا هئا."

"هن مون کي دعوت ڏئي گهرايو هو." برونو تڪل لهجي ۾ چيو تنهن تي پوڙهي عملدار هٿ مٿي کڻي خاموش رهڻ لاءِ چيو ۽ ٻڌايو تہ "هن وقت اورڪوٽ هتي ناهي ۽ منهنجو خيال آهي تہ هاڻي ڪيس آندو ويندو."

"انهيءَ جو مطلب تہ معاملو وري نئين سر شروع ٿيندو." عورت ڪاوڙ مان چيو.

پوڙهي عملدار جو چهرو بہ ڪاوڙ مان ڳاڙهو ٿي ويو ۽ هن آهستي آهستي ڳالهائيندي چيو

"محترم! جيڪڏهن توهان ۾ ٿوري بہ عيسائيت جي روح موجود آهي تہ پوءِ انهيءَ ڳالهہ کي سمجهو تہ هي ملزم هن وقت هڪ اهڙي مقدمي ۾ ملوث آهي جنهن ۾ هن جي زندگي ۽ موت جو سوال آهي، تنهنڪري توهان هن تي اسرار نٿا ڪري سگهو تہ هو صرف توهان جي اورڪوٽ ۾ دلچسپي وٺي."

عورت هن کي ڪاوڙ مان ڏٺو پر فوراً ئي ڪيس خيال آيو تہ هو ڪهڙي جڳهہ تي آهي. هو پنهنجي جڳهہ تان اٿي ۽ وڃڻ پئي چاهيو تہ قيدي آهستگي سان چيو "منهنجو خيال آهي تہ هي مطالبو ڪرڻ جو حق رکي ٿي."

جڏهن عورت هن ڏانهن مُڙي تہ هُن چيو "مون کي اميد آهي تہ توهان مون کي معاف ڪندؤ. اهو نہ سوچجو تہ آئون توهان کي نقصان برداشت ڪرڻ ڏيندس. آئون انهيءَ سلسلي ۾ عوامي عدالت ۾ اپيل ڪندس."

ٿلهي عملدار چيو "اورڪوٽ ڪنهن بہ صورت ۾ واپس نہ ڪيو ويندو جناب موچي نيگو ڪوٽ هر حالت ۾ وٺڻ چاهين ٿا."

اهو ٻڌي برونو سڪتي ۾ اچي ويو ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ پريشان لهجي ۾ چيائين.

"اهو ٺيڪ ناهي، آئون انهيءَ تي مقدمو ڪندس."

پوڙهي عملدار برونو کي مخاطب ٿي چيو.

"توهان پنهنجي اُها اپيل تيار ڪيو جيڪا سرڪاري وڪيل سان گڏ ملي ڪري رهيا آهيو. آئون توهان کي هتي وڌيڪ عرصو روڪڻ نٿو چاهيان ۽ چند پئسن جي ڪري انهن مسئلن ۾ نہ پئو."

اهو ٻڌي پوڙهي عورت کي سخت ڪاوڙ لڳي ۽ هن جي صبر ۽ برداشت جي حد ٽٽي پئي.

"چند پُئسا" هن رڙ ڪندي چيو. "اِها هڪ مهيني جي ڪمائي آهي. توهان جي لاءِ شايد اهو نقصان ڪجهہ بہ نہ هجي ۽ توهان برداشت ڪري وڃو پر اسان لاءِ ائين ناهي."

انهيءَ وقت هڪ راهب ڪمري ۾ آيو ۽ زور سان چيو "سرڪاري وڪيل اچي ويو آهي."

ٿلهو عملدار برونو کي ٻانهن مان پڪڙي ٻاهر وٺي ويو. هن ويندي ويندي آخري وقت تائين پوڙهي عورت کي ڏٺو هن جو چهرو بلڪل پيلو ٿي ويو هو.

پوڙهي عورت سخت پريشاني جي عالم ۾ عمارت جي پٺر واري ڏاڪڻ تان لهي ٻاهر آئي. هو ايتري قدر پريشان هئي جو هن جي دماغ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. ڪجهہ ڏينهن تائين هو پنهنجي دڪان تي بہ نہ وئي. هڪ هفتي ڪانپوءِ ٿلهو عملدار اورڪوٽ کڻي هن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو.

"آخري ڏينهن تائين هُو صرف اورڪوٽ جي لاءِ وڙهندو رهيو. بہ دفعا عدالت ۾ اپيل ڪيائين. جنهن وقت هن جي مقدمي جي ڪارروائي جاري هئي تڏهن بہ هو عدالت جي اعليٰ عملدار سان مقدمي جي بجاءِ اورڪوٽ جي مسئلي تي ڳالهہ ڪندو رهيو. ايتري قدر جو هو آخر ڪار ڪامياب ٿيو ۽ موچي نيگو کي اورڪوٽ واپس ڪرڻو پيو. منهنجو خيال آهي تہ هن وقت ڪيس اورڪوٽ جي سخت ضرورت محسوس ٿيندي هوندي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ هفتي ڪيس روم وٺي ويجو."

۽ اهو بہ سچ هو ڇاڪاڻ تہ اهي جنوري جا آخري ڏينهن هئا.

# خلائي مخلوق

*آزاد ماڇي*



موبائيل جي رِنگ وڄي ٿي.

هيلو جنيد. مان حاتم پيو ڳالهايان. يار اڄ پنهنجي دوست سان ملاءِ جنهن جي باري ۾ تو ٻڌايو هو تہ هو روزانو خلائي مخلوق کي ڏسڻ جي دعويٰ ڪري ٿو ۽ اهو بہ چوي ٿو تہ هو خلائي مخلوق جي باري ۾ بهتر ڄاڻ بہ رکندو آهي.

جنيد: ها يار، پر مون وارو دوست صرف ائين چوندو آهي تہ هي روزانو خلائي مخلوق کي ڏسندو آهي. پر وڌيڪ ڪونہ ڳالهائيندو آهي تہ اهو ڪيئن ڪري ٿو. مون ڪافي دفعا ڪوشش ڪئي تہ هي ان موضوع تي وڌيڪ ڳالهائي پر هي موضوع مٽائي ڇڏيندو آهي.

حاتم: ڪا ڳالهہ ناهي. تون پنهنجي دوست سان ملاءِ باقي پڇڻ ڪم منهنجو آهي.

جنيد: ٺيڪ آهي مان دوست کان پڇي توکي ٻڌايان ٿو.

حاتم: صحيح آهي مان پنهنجي پراڊو ڪيڏي ٻاهر نڪتو آهيان. تنهنجي دوست سان گڏ PC هوٽل تي هلون ٿا. توئي تہ چيو هُو ڏاڍو پڙهيل لکيل انسان آهي. اهڙن ماڻهن سان ڪچهري جو مزو بہ پنهنجو آهي ۽ بيوسٽي ماحول ۾ لنچ بہ ٿي ويندي.

ڪجهہ منٽن کان پوءِ جنيد حاتم ڏي فون ڪري ٿو ۽ هن کي يونيورسٽي روڊ اچڻ جو چئي ٿو. حاتم اتي پهچي ٻنهي کي گاڏي اندر ويهڻ جو اشارو ڪري ٿو. دعا سلام ڪرڻ کانپوءِ حاتم پنهنجي پيءُ جي پئسن مان ورتل مهانگي گاڏي کي ڪراچيءَ جي روڊن رستن تي ڊوڙائڻ لڳي ٿو. جنيد جو دوست انتهائي افسرده ۽ سنجيده حالت ۾ مهانگي گاڏي جي شيشن مان سستي انساني زندگي کي تڪيندو رهي ٿو. هي ٻاهر جي روڊن تي موجود ماڻهن، پوڙهن، جوانن، ٻارن، عورتن ۽ پنندڙن فقيرن جي بيڪار ۽ بي ذوق زندگين تي نہ چاهيندي بہ ڏسڻ ۽ غور ڪرڻ کان رهي نٿو سگهي. جڏهن تہ جنيد پنهنجي موبائيل ۾ ڪنهن سان Chatting ۾ مصروف آهي. باقي رهيو حاتم اهو هلڪي انگريزي گانن جي ڌن تي هلڪو نچندي ڪڏهن آهستي تہ ڪڏهن تيز

پنهنجي پيءُ جي گاڏيءَ کي هلائي رهيو آهي ۽ ڪنهن مهل جنيد جي دوست سان عام رواجي ڳالهه ٻولهه تي بحث بہ ڪري رهيو آهي. ڪجهہ دير ڪانپوءِ اهي PC هوٽل تي پهچن ٿا. حاتم پنهنجا بہ مهانگا ۽ هڪ سادو موبائيل سيٽ ميز تي رکي ٿو. بيري کي پاڻي آڻڻ جو چوي ٿو ۽ کاڌي جو آرڊر ونڻ لاءِ هن کي هڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ اچڻ جو چوي ٿو.

حاتم: سائين معاف ڪجو. اسان توهان کي تڪليف ڏئي هتي وٺي آياسين. دراصل مون کي عجيب و غريب شين کي ڄاڻڻ جو ڏاڍو شوق آهي ۽ بيو پاپا بہ چوندو آهي تہ ماڻهو عجيب ۽ غريب شين کي ڄاڻي تہ وڌيڪ سٺو آهي ۽ بيو مان انگريزي فلمون جام ڏسندو آهيان. خاص طور تي اهڙيون فلمون جنهن ۾ خلائي مخلوق دنيا تي حملا ڪنديون آهن. ڪجهہ ڏينهن پهرين جنيد اوهان جو ذڪر ڪيو تہ توهان خلائي مخلوق کي روزانو ڏسندا آهيو. هن اهو بہ ٻڌايو تہ توهان ڪتاب ڏاڍا پڙهندا آهيو تنهنڪري مون سمجهو تہ شايد توهان خلائي مخلوق سان رابطي ڪرڻ جو طريقو ڳولي ورتو آهي. جنيد اهو بہ ٻڌايو تہ توهان ان موضوع تي وڌيڪ ڳالهائڻ پسند ڪونہ ڪندا آهيو ان ڪري توهان کي هتي وٺي آياسين تہ جيئن سٺي ماحول ۾ ان دلچسپ مخلوق جي باري ۾ ڪجهہ ڄاڻي سگهون ۽ پوءِ مان اها ڳالهہ پاپا کي بہ ٻڌائيندس ۽ پاپا ڏاڍو خوش ٿيندو. ......I am just excited about it

جنيد جو دوست: توهان مون کي هتي صرف ان ڪري وٺي آيا آهيو ڇاڪاڻ تہ توهان کي خلائي مخلوق جي باري ۾ ڄاڻڻو آهي.



حاتم: جي بلڪل.

جنيد جو دوست: توهان جي پنهنجي باري ۾ ڇا راءِ آهي؟

حاتم: ڇا مطلب؟

جنيد جو دوست: مطلب تہ پنهنجي باري ۾ ڪيترو ڄاڻو ٿا؟

حاتم: اها ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي. مان حاتم خان آهيان ۽ رئيس وليد خان جو پٽ آهيان. ڪراچي جي مهانگي يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ آهيان ۽ مهانگي علائقي ۾ رهندو آهيان. بيو گوٺ ۾ ٻنيون جام آهن. منهنجو هڪ ڀاءُ آمريڪا ۾ آهي ۽ ٻئي ڀاءُ جو بزنس دبئي ۾ آهي، منهنجي پاپا جي تمام سٺي سڃاڻپ آهي. بابا جون ٽي مهانگيون گاڏيون آهن ۽ هڪ منهنجي جنهن تي پاڻ آيا آهيون ڪراچي ۾ اسان جا ڪوڙ سارا پلاٽ آهن. .That is all

جنيد جو دوست: واهہ! توهان ننڍڙي تعارف ۾ پنهنجو پاڻ کي تمام وڏو سڃاڻو ٿا!

جنيد: ادا، ڇڏ ان پاڻ سڃاڻڻ واري ڳالهه کي. پاڻ سڃاڻي وٺنداسين تہ ڪهڙيون اسان کي وڏيون نوڪريون ملنديون؟ بس اڄ ڪٺي ٻڌائي ڇڏ تہ تون واقعي ائين چو چوندو آهين تہ خلائي مخلوق کي روزانو ڏسندو آهين؟ اهو ڪيئن ممڪن آهي.

جنيد جو دوست: بهتر ٿيندو تہ پاڻ ڪنهن ٻئي موضوع تي ڳالهايون. ٿي سگهي ٿو تہ ٻين وانگر توهان کي بہ منهنجي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ اچي.

حاتم: سائين، توهان جاهلن سان اهڙيون ڳالهيون ڪندا تہ اُهي ڪيئن سمجهندا. اسان جهڙن سان ڪندا ڪيو جيڪي نيٽ ذريعي پوري دنيا سان ڳنڍيل آهن ۽ پاپا بہ دنيا جو سير ڪندو رهندو آهي. اهو بہ ٻڌائيندو رهندو آهي تہ دنيا ۾ ڇا وهي واپري پيو.

جنيد جو دوست: اڇا! توهان ڇاڻڻ جو شوق رکو ٿا. ڪتاب ڪهڙا پڙهيا اٿوَ؟

حاتم: سائين ڪتاب ڪونہ پڙهندو آهيان باقي علم تہ رکون ٿا نہ اخبارون، رسالا، ٽي وي ۽ نيٽ ڇا جي لاءِ آهن. بيو پاپا جا ڪافي دوست پڙهيل لکيل آهن. انهن جي ڪچهري مان بہ گهڻو سکڻ لاءِ ملندو آهي.

جنيد جو دوست: ڪتاب چو ڪونہ پڙهندا آهيو؟



حاتم: سائين ماڻهو چوندا آهن جيڪي ڪتاب گهڻا پڙهندا آهن اهي صحيح راهہ تان ٿڪي ويندا آهن. پاپا بہ ائين چوندو آهي.

جنيد جو دوست: توهان ڪتاب ڪونہ پڙهيا آهن. جنيد جي بہ خبر آهي، اهو ڪونہ پڙهندو آهي. ڇا توهان ٻئي صحيح راهہ تي آهيو؟ ڇگو ڇڏيوان ڳالهہ کي ڏاڙيل ۽ پاڻاريدار ٻنهي ڪتاب ناهن پڙهيا هوندا. ڇا اهي صحيح راهہ تي آهن؟ مان توهان کي لکين ماڻهو ڏيکاري سگهان ٿو جن ڪڏهن ڪتابن جو منهن ناهي ڏٺو. اهي صحيح راهہ تي نہ آهن. توهان ٻڌائيندو اهي چو ٿڪيل آهن. جڏهن تہ انهن ڪتاب بہ نہ پڙهيا آهن؟

جنيد: يار! ڪتاب پڙهي پاڻ کي چريو ناهي ٿيڻو.

حاتم: چورا! تون سياڻو ڪٿي آهين. هر دفعي ڪلاس جي هڪڙي نہ تہ ٻئي ڇوڪريءَ لاءِ چريو لڳو پيو هوندو آهين. جنسي مريض.

ٽئي ڄڻا ٽهڪ ڏيڻ لڳن ٿا. ان وقت هوٽل ۾ هڪ اڌڙوٽ عمر جو بيوروڪريٽ ويهہ سالن جي ڇوڪري کي هٿ هٿ ۾ ڏئي داخل ٿئي ٿو. جنيد ۽ حاتم جو ڌيان انهن ڏانهن ڇڪجي وڃي ٿو. حاتم ٽڏا شوڪارا پيري چئي ٿو تہ هل ڙي جهونا تنهنجا ڀاڳ!!

جنيد: وڏيرا گهڻ تون بہ ڪونہ آهين. بس اسان جهڙن کي محنت ڪجهہ وڌيڪ ڪرڻي پوندي آهي. باقي توهان لاءِ تہ ترڪيءَ تي بهشت آهي سائين.

جنيد جو دوست: ڇڏيو انهن ڳالهين کي حاتم صاحب! جُنيد سدائين مون کي ائين چوندو آهي تہ ڪتاب پڙهي هن کي چريو ناهي ٿيڻو. مان سدائين پڇندو آهيانس تہ ڪڏهن چرين جي اسپتالن ۾ وڃي انهن چرين جون رپورٽون ۽ هسٽري ڏسي ۽ مون کي اچي ٻڌائي تہ گهڻا چريا ڪتاب پڙهڻ ڪري اهڙين اسپتالن ۾ داخل ٿيا آهن.

حاتم: سائين، هي ڇورو ڪونہ ويندو. هن کي خوف آهي تہ ڊاڪٽر هن کي چريو سمجهي نہ ويهاري ڇڏين. توهان پلا هاڻي خلائي مخلوق جي وجود تي ڳالهايو؟

جنيد جو دوست: ڇا ڪائنات ۾ انسان جو وجود آهي؟

حاتم: جي بلڪل!

جنيد جو دوست: توهان ڪڏهن ڪائنات يا پنهنجي وجود تي سوال اٿاريو آهي؟

حاتم ۽ جنيد کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي، ان ڪري جنيد جو دوست انهن لاءِ سوال سادو ڪري ٿو.

مطلب تہ جيڪڏهن مان چوان تہ توهان دنيا ۾ موجود هوندي بہ موجود نہ آهيو تہ مان صحيح هوندم يا غلط؟

حاتم: غلط هوندؤ. اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ اسان دنيا ۾ موجود هوندي موجود نہ هجون؟ اسان موجود آهيون ۽ اسان سان گڏ هي دنيا بہ! بس توهان ايترو ٻڌايو تہ تہ خلائي مخلوق موجود آهي يا نہ!



جنيد جو دوست: جيڪو همراهہ پنهنجو وجود کان ايترو اڻ واقف آهي اهو ٻين جي وجود کي ڄاڻڻ لاءِ ايترو بي چين ڇو آهي؟ توهان جي جوابن مان اندازو ٿئي ٿو تہ توهان اڃا تائين شين تي شڪ ڪرڻ نہ سکيا آهيو. توهان پنهنجي ۽ ڪائنات جي وجود تي بلڪل اهڙي طرح نہ سوچيو آهي جهڙي طرح اسان جي سماج ۾ ماڻهن پئسن خرچ ڪرڻ جي فلسفي تي نہ سوچيو آهي.

جنيد: پئسن خرچ ڪرڻ جو فلسفو! اهو وري ڇا آهي؟

جنيد جو دوست: مطلب تہ پئسن خرچ ڪرڻ جي اخلاقيات.

حاتم: پئسن خرچ ڪرڻ جي اخلاقيات!! اها وري ڇا آهي؟

جنيد جو دوست: مطلب تہ اسان جي سماج ۾ ڪوڙ هڻڻ، شراب پيئڻ، چوري ڪرڻ، قتل

ڪرڻ يا ڪي فردي يا معاشي ڏوهه ڪرڻ تي اخلاقي بحران سماج ۾ ماڻهن جي ذهنن ۾ پيدا ٿيندو آهي. اها تمام سادي ۽ عام رواجي ڳالهه آهي.

حاتم: اڇا سمجهه ۾ نه آيو.

جنيد جو دوست: ٿر ۾ بک ۽ بيماري سبب فوت ٿيل انسانن تي سماج ۾ اخلاقي بحران پيدا ٿيو آهي يا نه؟ جن همراهن جا ڪروڙين روپيا بئنڪن ۾ پيا آهن انهن جو به ٿر جي ٻارن لاءِ ساهه پيو وڃي. جيڪي عملي طور سماج کي تبديل ڪرڻ لاءِ نه ڪجهه ڪن ٿا ۽ نه ئي ڪجهه سوچن ٿا انهن همراهن جي اکين ۾ به ڳوڙها پرجي آيا آهن. جن پنهنجي پاڙي يا شهر جي يتيم ٻارن تي ڪڏهن رحم جي نظر نه وڌي انهن جو ٿر جي ٻارن لاءِ هانو پيو ڦاٽي!

حاتم: اڇا يعني سماج ۾ ڪيئن رهڻ ۽ جيئڻ گهرجي واري اخلاقيات ۽ غلط هجڻ تي ان شيءِ تي ماڻهن جو ردعمل!

جنيد جو دوست: جي بلڪل! ماڻهو ڏينهن ۾ لکين ڪروڙين اڏائي ڇڏيندا آهن. ان تي ڪو ردعمل يا اخلاقي بحران پيدا نه ٿيندو آهي. پيا گناهه ڪرڻ تي اهو خوف ٿيندو آهي ته ماڻهو الائي ڇا سوچيندا. پئسا اڏائڻ ۽ لٽائڻ هجن ته ڪهڙو خوف؟ ڏسو اسان وٽ سماج سمجهي ٿو ته ڪهڙي شيءِ ڪرڻ ڏوهه آهي ۽ ڪهڙي شيءِ ڪرڻ ثواب آهي. ڇوڪري تعليم وٺي يا نه وٺي. نوڪري ڪري يا نه ڪري، پنهنجي مرضيءَ سان شادي ڪري يا نه ڪري جهڙين ڳالهين تي ڪوڙ سارن فردن جي ذهنن يا سماج ۾ اخلاقي بحران جو سوال اٿي کڙو ٿيندو آهي باقي پئسا ڪيترا ڪمائجن، ڪيترا گڏ ڪجن ۽ ڪهڙي نموني کپائجن. ان تي ڪابه اخلاقيات لاڳو ٿيل نه آهي. توهان جي غلط طريقي سان پئسي ڪمائڻ ۽ فضول طريقي سان خرچ ڪرڻ تي سماج ۾ ڪوبه اخلاقي بحران جنم نه وٺندو.

حاتم: پئسو پنهنجي مرضيءَ سان ڪمائڻ ۽ مرضيءَ سان کپائڻ ۾ غلط ڇا آهي؟

جنيد جو دوست: منهنجي لاءِ ان کي غلط چوڻ ننڍڙو لفظ آهي. اهو ته وڏي ۾ وڏو ڏوهه آهي.

جنيد: يار ڏوهه ڪيئن آهي؟ هر ڪنهن جي مرضي آهي غلط يا صحيح جي چڪر ۾ ڇو پئون. منهنجي لاءِ اهو صحيح آهي.

جنيد جو دوست: صحيح يا غلط توهان جي اڻ ڄاڻائي طئي ڪونه ڪندي. مان چوان ٿو ته هر شيءِ تي جيڪڏهن اخلاقيات آهي ته پئسي خرچ ڪرڻ تي به هئڻ گهرجي. جنهن جي دل چئي هفتي ۾ ڪروڙ ۽ هڪ ڏينهن ۾ لکين اڏائي ڇڏي، ڪي ماڻهو هفتي ۾ ايترو شراب پيئن ٿا جو ڏهن گهرن جو سال جو خرچ نڪري وڃي. ڪي صرف پنهنجي محبوبائن تي مهيني ۾ هزارين لٽائي ڇڏين. ڪن لاءِ شرطن ۽ سٽن ۾ پئسا هارائڻ معمولي ۽ عام رواجي ڳالهه آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي چئي به وجهون ته ايتري فضول خرچي ڇو؟ چوندا ته پڙهين جا چورائي آيا آهيون ڇا؟

حاتم: پوءِ ان ۾ غلط ڇا آهي؟

جنيد جو دوست: مان بہ اهوئي پڇان ٿو تہ غلط ڇو نہ آهي؟ پنهنجي ٻارن تي هزارين روپيا خرچ ڪرڻ لاءِ موجود آهن پر بنگلي ۾ ڪم ڪندڙ غريب جي ٻار لاءِ هزار بہ ڏکيو نڪرندو! توهان وٽ غريب ۽ مسڪين صحيح علاج نہ هجڻ سبب مرن پيا پر بئنڪن ۾ ڪروڙ پيا آهن... بس پوءِ رينگٽ تہ ٿر ۾ وڏو ظلم ٿيو. ٻار بک مري ويا. توهان تڏا شوڪارا پيري دوستن سان ڳالهہ ونڊي ۽ روئڻ هارڪو منهن ڪري انهن جي بي سبب ۽ وجهہ مرڻ تي سوچيو. پر ڇا ڪڏهن ان ڳالهہ تي سوچيو اٿو تہ سماجي ادارن جي بي حسي ۽ فردن جي پئسي گڏ ڪرڻ واري حرص سماج ۾ اهڙا مسئلا پيدا ڪندي آهي؟ ڇا سوچو ان ڳالهہ تي جيڪڏهن توهان جون بنيادي ضرورتون پوريون آهن تہ ٻين جون پوريون ٿيڻ کپن ۽ جيڪڏهن پوريون نہ آهن تہ ڇو نہ آهن؟ مان توهان کي سادي ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. توهان کي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي. مون کي خبر آهي اسان وٽ ان سقراط جهڙا فرد گهٽ آهن جيڪو مهانگي دڪان تي بيهي چوندو هو تہ "هل! ان دڪان ۾ ڪيڏيون نہ قيمتي ۽ خوبصورت شيون پيون آهن ۽ انهن مان هڪ بہ منهنجي ڪم جي ناهي." سقراط جي مٿيئن ڳالهہ يا بحث جيڪو مون ڪيو ان کي سمجهڻ لاءِ افلاطون يا ارسطو جي دماغ جي ضرورت نہ آهي. پر الائي ڇو توهان سمجهڻ نہ ٿا چاهيو؟ ڏسو وينا ملڪ فوٽو ڪيرائي اها وڏي بي حيائي ۽ بداخلاقي آهي. باقي ضرورتن کان وڌيڪ پئسو بچائڻ ۽ ان کي فضول کپائڻ ۾ ڪا بي حيائي ۽ بداخلاقي ناهي. ڀلا توهان انڌن، گونگن ۽ ٻوڙن جي اسڪولن بابت ٻڌو تہ هوندو؟ انڌن، گونگن ۽ ٻوڙن جو سماج بہ ٿيندو آهي.

Excuse me.

اهو چئي جنيد جو دوست پنهنجي ڪرسي تان اٿي ٿو. ڪيسي مان سگريٽ ڪڍي ۽ واش روم طرف هليو ٿو وڃي. هي پنهنجي چهري ۽ اکين کي پاڻي سان ڌوئي ٿو ۽ سگريٽ جا تڪڙا تڪڙا ڪش هڻڻ شروع ڪري ٿو. جنيد ۽ حاتم هڪ ٻئي ڏي عجيب منهن ڪري ڏسي رهيا آهن. جنيد حاتم کي چئي ٿو. "ڏينس منهن هن بلا سان هاٿي. وڏو شوق هو توکي هن سان ملڻ جو. منهنجو هرويرو وقت زيان ڪرائي ڇڏيو اٿئي."

حاتم ڳالهيون ٻڌي پريشان ٿي ويو هو. جنيد ڪرسي تي هٿ رکي هوٽل ۾ موجود خوبصورت چهرن کي ڏسڻ ۾ مصروف ٿي وڃي ٿو. حاتم بيري کي سڏ ڪري ماني جو آرڊر ڏئي ٿو. جنيد جو دوست وڏي هوٽل ۾ موجود وڏن ماڻهن جي مزيدار زندگي تي سوچيندو پنهنجي ڪرسي طرف وڃي ٿو تہ رستي ۾ هڪ 50 سال جي اڌڙوٽ عمر واري بيري کي وڏي گهراٽي جي هڪ اڻ سڌريل

نوجوان طرفان دڙڪا ڪائيندي هو بيهي نوجوان کي ڏسي ٿو ۽ پنهنجي سيٽ تي اچي ويهي ٿو.

ڪجهه منٽن لاءِ ٽئي خاموش آهن. نيٺ حاتم ڳالهائيندو آهي ۽ گفتگو اڳتي هلندي آهي.

سائين اسان جو موضوع اهو ڪونه هو جنهن تي توهان ڳالهايو مان صرف......

جنيد جو دوست: (هن جي ڳالهه ڪٽيندي) ها، يار معاف ڪجو. پاڻ انسان ۽ ڪائنات جي وجود تي ڳالهائي رهيا هئاسين ته اسان انهن تي شڪ ڪرڻ نه سکيا آهيون.

جنيد: ها، ان تي پئي ڳالهايوسين. پر اسان جي ۽ ڪائنات جي وجود هجڻ يا نه هجڻ جو خلائي مخلوق واري ڳالهه سان ڇا وچي؟



جنيد جو دوست: چلو نيڪ آهي مون کي ٻڌايو ته خلائي مخلوق اسان واري دنيا سان تعلق رکندي هوندي يا ڪنهن ٻي دنيا سان؟ ڇا اهي اسان جي ماڻهن جي نفسيات سمجهندا هوندا؟

حاتم: ظاهر آهي ان جو تعلق ٻي دنيا سان هوندو ۽ اهي اسان جي ماڻهن جي نفسيات گهٽ سمجهندا هوندا يا ته بلڪل به نه!

جنيد جو دوست: پاڻ وٽ گهڻا انسان آهن جيڪي ان دنيا جا آهن ۽ اهي ماڻهن جي نفسيات به سمجهن ٿا؟

حاتم: ڇا مطلب؟

جنيد جو دوست: مطلب ته پاڻ ڪائنات ۽ ان جي مقصد جي اهم سوال تي اڃا ڪهڙي دور ۾ ڳالهائينداسين؟

حاتم: ڪهڙا اهم سوال؟

جنيد جو دوست: مثال طور اهڙا سوال ته دنيا کي خلقيندڙ قوت جا مختلف دورن ۾ مختلف نالا ڇو رهيا آهن؟ پر وري به ان کي ابدي حقيقت مڃيو وڃي ٿو. ڪو اعتراض نه آهي پر ڇا اها ابدي قوت مادي آهي يا روحاني؟ يلا مادي ۽ روحاني ٻئي ڇو هجي؟ ٿي سگهي ٿو ته اها ڪا ٻي هجي. يلا اها ابدي قوت سٺي آهي يا بري؟ جيڪڏهن سٺي آهي ته پوءِ دنيا ۾ برائي ڇو آهي؟ ۽ جيڪڏهن بري آهي ته صدين کان ان مان سٺي ٿيڻ جي اميد ڇو پيا رکون؟

حاتم: توهان الاءِ ڇا پيا پڇو؟

جنيد جو دوست: مان توهان کان توهان جي دنيا جي باري ۾ پيو پڇان.

حاتم: پر اسان ته ڪجهه پيو ڄاڻڻ پيا چاهيون.

اهڙي طرح ڪائنات، انساني وجود ۽ خلائي مخلوق تي بحث هلندو رهي ٿو. ٽئي ڄڻا هڪ ٻئي ۾ منجهيل آهن. پوءِ اڌڙوٽ عمر جو پوڙهو ماني ميز تي رکي ٿو ۽ جنيد جو دوست هن کان پڇي ٿو تہ توهان کي اهو نوجوان دڙڪا ڇو ڏئي رهيو هو. پوڙهو جواب ڏي ٿو تہ بابا اهو پڇي ڇا ڪندين؟ غريبي ڪجهہ ڏي نہ ڏي گهٽ ماڻهن جي هٿان ڇڙٻون ۽ بي عزتي ضرور ڏياري ٿي. روز جو معمول آهي بابا سائين!

”پر ڪا وجہ تہ هوندي چاچا سائين!“ جنيد جو دوست زور ڀريندي پُڇي ٿو.

”اهي جيڪي چار نوجوان ويٺل آهن. انهن مان هڪڙي کي ”تم“ چئي ڳالهايم تہ ٻہ جوان چڙي پيا تہ توکي پڙهيل لکيل ماڻهن سان ڳالهائڻ نہ ٿو اچي. منهنجي پٽ جيترو هو بس چڙي ويو بابا! مون کي ”آپ“ ڪري ڳالهائڻو هو.“ اڌڙوٽ ٻيرو اهو چئي پنهنجي وجود جي وزن سان اتان غائب ٿي ويو. ٿنهي ڄڻن ماني کائي بس ڪئي ۽ پوءِ جنيد جي دوست ڳالهائڻ شروع ڪيو.



”يار معاف ڪجو. مان مختلف سوال پڇي توهان کي منجهائيندو رهيس تہ جيئن توهان کي خلائي مخلوق بابت منهنجي خيال کي سمجهڻ ۾ مدد ملي. خلائي مخلوق ڪا عجيب غريب ٻاهرين مخلوق نہ آهي جيڪا دنيا کي اچي تباهہ ڪندي يا فتح ڪندي. اسان انسان ئي خلائي مخلوق آهيون. حاتم خلائي مخلوق آهي. جنيد خلائي مخلوق آهي. مان پاڻ ڪنهن دور ۾ خلائي مخلوق هئس. اسان جي اسڪولن، ڪاليجن، يونيورسٽين ۾ اسان جي سماج ۾ انهن جي رستن تي هي مخلوق عام جام هلي رهي آهي. ڏسو جڏهن انسانن جي پورهئي جو ڦڪل ڦل ڪو ٻيو کائي ۽ پيداوار جا ذريعا يا ملڪيت ٿورڙن ماڻهن جي هٿ ۾ اچي وڃي تہ اتي خلائي مخلوق عام جام ٿي وڃي ٿي.

جنيد: يار ڇا پيو چئين. توکي خبر آهي تنهنجي اها هڪڙي ڳالهہ توکي چرين جي اسپتال ۾ داخل ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

جنيد جو دوست: مان جنهن سماج ۾ رهان پيو اهو ڪنهن چرين جي اسپتال کان گهٽ نہ آهي.

حاتم: اڙي! يار جنيد مان پنهنجي پاپا جو پٽ آهيان. منهنجو پاپا انسان آهي ۽ هيڏو وڏو زميندار بہ پوءِ اسان خلائي مخلوق ڪيئن ٿياسين؟

جنيد جو دوست: مون کي خبر آهي تہ هي انسانن جي دنيا آهي. پر ڇا توهان جو پاپا يا هتان جا انسان ان دنيا کي پنهنجي دنيا سمجهن ٿا؟ توهان هالي ووڊ جي فلمن

۾ ڏنو آهي تہ خلائي مخلوق دنيا کي تباهہ ڪرڻ ايندي. توهان ٻڌايو انسانن ان دنيا کي سنوارڻ لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ ٿورڙا ماڻهو آهن جيڪي سنجيدگيءَ سان ان دنيا کي سنوارڻ ۾ مصروف آهن باقي گهڻائي تہ انهن جي آهي جيڪي تباهہ ڪرڻ پنيان آهن. آمريڪا جي فلمن جي پروپيگنڊا جا شڪار نوجوان اهو ساڳيو آمريڪا ۽ ان جا ساٿاري ملڪ دنيا کي ايترو تباهہ ڪري چڪا آهن جو مون کي ڊپ آهي تہ جيڪڏهن ڪا خلائي مخلوق واقعي بہ هوندي تہ ان کي هتي پهچڻ تائين تباهہ ڪرڻ لاءِ هي دنيا ملندي بہ الائي نہ.
ماحولياتي، غذائي ۽ آبهوا جي حوالن سان دنيا ۾ بچيو ڇا آهي؟
توهان چيو تہ خلائي مخلوق دنيا وارن جي نفسيات ڪونہ سمجهندا. پنهنجو مثال وٺون؟ ٻڌايو اسان پنهنجو پاڻ کي ڪيترو سمجهون ٿا؟ توهان ان شاندار هوٽل ۾ ڪم ڪندڙ ڪيترن مزدورن ۽ ان کي اڏيندڙن جي نفسيات سمجهو ٿا يا انهن جي زندگيءَ جي ڏکن ۽ سورن کان توهان ڪيترا واقف آهيو؟ حاتم صاحب! هزارين هاري توهان جي ٻنين تي ڪم ڪندا آهن. هيتري عمر ٿي آهي اوهان جي؟ هڪ ڏينهن لاءِ ئي صحيح پر ڇا انهن جي زندگيءَ ۽ مسئلن تي سنجيدگيءَ سان سوچيو اٿوَ؟ خلائي مخلوق تہ ٿي ٻي سياري جي توهان تہ ان دنيا جي گولي جا آهيو توهان جون زندگيون صرف پنهنجي ذات تائين محدود ڇو آهن؟ دنيا بربريت طرف وڌي رهي آهي ۽ اسان بي يقينيءَ جا شڪار ٿي بي وس لڳا وينا آهيون. سياسي ۽ معاشي تبديلي لاءِ بلڪل وقت نہ ٿا ڪيون.

حاتم: مون کي سياست ناهي وڻندي نہ ئي مان ان ۾ دلچسپي وٺندو آهيان تنهنڪري ان لاءِ وقت ڇو ڪيان؟

جنيد جو دوست: سياست ۾ دلچسپي وٺڻ صرف انسانن جو ڪم هوندو آهي.



حاتم: مطلب.

جنيد جو دوست: مطلب تہ جانور سياست ناهن ڪندا. اها ڳالهہ اڄ کان چوويهہ سئو سال پهرين افلاطون ڪئي هئي ۽ هو سياست جي اهميت بہ سمجهي ويو هو. اسان وٽ ڇاڪاڻ خلائي مخلوق وڏيڪ آهي. ان جي ڪري اها ڳالهہ نہ سمجهندا.

حاتم: ڪهڙي ڳالهہ؟

جنيد جو دوست: اها ڳالهہ تہ سياست ڪرڻ انسانن جو ڪم آهي جانورن جو نہ!
جنيد: يار سياست کي ڇڏ! ٻڌاءِ اسانکي خلائي مخلوق ڇو ٿو سمجهين؟
جنيد جو دوست: ان ڪري جو توهان جهڙن نوجوانن جي دنيا ڪا ٻي آهي. توهان اسان جي پنهنجي پيل سماج کي وڌائڻ لاءِ ڪجهہ نہ پيا ڪيو. هي دنيا، سماج ۽ ماڻهو توهان لاءِ اوپرا آهن. ايتري حد تائين اوپرا جو توهان جو بهتر زندگيءَ جو تصور بہ دنيا لاءِ تہ جڙي ٿو پر ان دنيا لاءِ بلڪل بہ نہ! ائين سمجهہ تہ هتي ڪجهہ ماڻهن کي ڇڏي ڪري باقي ٻين پنهنجي الڳ الڳ دنيا ٺاهي ڇڏي آهي. هر ڪو پنهنجي ان دنيا ۾ رهي ٿو. ڪنهن جي دنيا مشهور ٿيڻ آهي تہ ڪنهن جي دنيا امير ٿيڻ. ڪير پنهنجي محبوب کي پوري دنيا سمجهي ٿو تہ ڪنهن جي دنيا رڳو ڪيريئر ٺاهڻ. ڪن جي دنيا رڳو ڏنڊو آهي تہ ڪن جي دنيا صرف مايوسي، ڪن جي دنيا اڻ پورا خواب آهن تہ ڪن جو مرڻ جيئڻ صرف عياشي آهي. انهن کي رڳو جيئڻو آهي ڇاڪاڻ تہ زندگي جا ڏينهن پورا ڪرڻا آهن. اسان سماجي، معاشي ۽ سياسي حالتن سبب پنهنجو پاڻ کان وڇائجي ويا آهيون ۽ وڇائجي وڃڻ جو پاڻ کي ڪو غم نہ آهي پاڻ ڏاڍا خوش آهيون. جنهن ڏينهن توهان پنهنجو پاڻ سان ملي ويو. پنهنجو پاڻ ۽ سماج کي سڃاڻي ويو پوءِ توهان مون لاءِ خلائي مخلوق نہ هوندا. جيستائين ائين ڪرڻ سکو تيستائين خلائي مخلوق آهيو. پنهنجو پاڻ کان بہ اوپرا تہ ان دنيا کان بہ اوپرا.

In simple words, aliens for me are the ones who are alieniated.

توهان کي خبر آهي دنيا ۾ 900 ملين ماڻهو بکيا آهن جن ۾ 800 ملين کان وڌيڪ صرف ٽين دنيا جي ملڪن ۾ رهن ٿا. بک، درد، تڪليف ۽ بي وجہ موت ۽ اڻ برابري انهن کي جڻ ڪنهن ٻي دنيا جي مخلوق بڻائي ڇڏيو آهي. پر اسان مان گهڻا اڃا خاموش آهن.

اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي حاتم پريشان ٿي ويو پر تنهن هوندي بہ سوال ڪري ٿو.
سائين اهو سڀ فطري آهي. هميشہ کان بک، بيماري، بدحالي انسان جي تاريخ جو حصو بڻي آهي. ازل کان آهي ۽ ابد تائين رهندي.
جنيد جو دوست: بڪواس آهي، اهو سڀ بک، بيماري ۽ اڻ برابري نہ تہ ازلي آهن ۽ نہ ئي فطري، ها باقي ائين لڳندو آهي تہ جهالت ۽ بيوقوفي ازل کان بہ آهن تہ فطري بہ لڳي ٿو اهي تيستائين قائم رهنديون جيستائين توهان جهڙا نوجوان پيدا ٿيندا رهندا.
جنيد: يار تنهنجو اسان ڪهڙو ڏوهہ ڪيوسين! حاتم مان هيٺ گاڏي ۾ تنهنجو انتظار ڪيان ٿو.
اهو چئي جنيد ڪاوڙ مان ميز ڇڏي هليو وڃي ٿو. جنيد جو دوست کيسي مان سگريٽ ڪڍي ٿو ۽ حاتم بل جا پئسا ڏيڻ لاءِ بيري جو انتظار ڪري ٿو. حاتم

جي پئسن ڏيڻ کان اڳ ۾ جنيد جو دوست بہ هوٽل تان نڪري وڃي ٿو. حاتم پريشاني جي حالت ۾ تڪڙ ۾ هيٺ پهچي ٿو ۽ جنيد جي دوست کي سگريٽ جا ڪش هڻندي ڏسي ٿو. حاتم هن وٽ ويجهو اچي ڪيس گاڏي ۾ ويهڻ جو چئي ٿو.

سائين اچو توهان گاڏي ۾ ويهو. جتي چئو مان توهان کي اتي ڊراپ ڪري اچان.

جنيد جو دوست: نہ ادا بس توهان وڃو. پنهنجا گوڏا يا پوءِ رڪشا زنده باد. ۽ ٻيو جن ماڻهن جو سچ منهنجي سوالن کان ڊڄي اهڙن ماڻهن جي پر ۾ ويهڻ مون کي بہ ناهي ايندو.

حاتم: پر ڇو!

جنيد جو دوست: بس توهان وڃو ادا. منهنجي خلائي مخلوق سان ڪجهہ گهٽ لڳندي آهي.

ائين چئي جنيد جو دوست ڪنهن طرف نڪري وڃي ٿو ۽ حاتم ان کي گهوريندو رهي ٿو. پوءِ هو جلدي اچي گاڏي ۾ ويهي ٿو ۽ جنيد کي بہ ويهڻ جو اشارو ڪري ٿو. سفر دوران جنيد پنهنجي جهالت جي باهہ پنهنجي پڙهيل لکيل دوست کي گاريون ڏئي ڪڍي ٿو. هي حاتم کي الائي ڇا ڇا ٻڌائي ٿو پر حاتم افسرده ۽ غمگين حالت ۾ گاڏي هلائڻ ۾ مصروف آهي.

جنيد: يار معاف ڪجانءِ. مون کي توکي پنهنجي دوست جي باري ۾ ٻڌائڻ نہ گهرجي ها. شايد تو پنهنجي insult محسوس ڪئي آهي. چريو خلائي مخلوق پاڻ هو ۽ الزام اسان تي پيو هڻي.

حاتم: خير آهي. جيڪو ٿيو سو خوب ٿيو.

جنيد: ”پر يار منهنجو ڪم تہ معافي وٺڻ آهي نہ توهان کان.“ حاتم جنيد کي ڊراپ ڪري پنهنجي بنگلي ۾ اچي ٿو. هن جي ذهن ۾ جنيد جي دوست جون ڳالهيون گهر ڪري ويون هيون. انهن کي ذهن مان ڪڍڻ لاءِ هي پنهنجي گرل فرينڊز سان واري واري سان ڳالهائي ٿو تہ ڪڏهن فلم ڏسي ٿو. اهڙي طرح پوءِ هر شيءِ نارمل ٿي ويندي آهي. حاتم پنهنجي دنيا ۾ گم تہ جنيد پنهنجي ۾ پر ڪجهہ هفتن کان پوءِ.

موبائيل جي رِنگ وڃي ٿي.

هيلو جنيد، مان حاتم پيو ڳالهايان. يار پنهنجي دوست جو نمبر تہ موڪل.

جنيد: اڙي! ان چرئي جو نمبر ڇو کپي؟

حاتم: بس تون مون ڏي نمبر موڪل.

جنيد: ها. نمبر موڪليان ٿو. پر تون ٻڌاءِ نمبر ڇو کپي.

حاتم: يار ڳالهہ هيءَ آهي تہ مون کي خلائي مخلوق ٿي ناهي جيئڻو!

پروفائيل

# شهيد مائي بختاور

فيض کيريو

شهيد مائي بختاور هاري تحريڪ جي مثالي عورت هئي، جنهن اڌ بٽائي تحريڪ کي رت ڏئي، سوين هارياڻين ۽ هارين جي غلامي خلاف هلندڙ بغاوت کي سگهه ڏني. شهيد مائي بختاور ديهه هيدي تعلقي عمرڪوٽ جي قادياني اسٽيٽ جي هاري ولي محمد لاشاري جي زال هئي. ڪيس بہ پٽ، وڏو لال بخش ۽ ننڍو صديق هو. سندس ڏير گلڻ هو. اڌ بٽائي جي لاءِ مضبوط ٿي مهاڏو اٽڪائڻ واري عمل پنيان اها عظيم تحريڪ هئي جنهن هاري مظلومن کي پنهنجي سوچ ۽ پنهنجو جهان اڏڻ لاءِ روشني ڏني.

سنڌ ۾ انهيءَ کان اڳ بٽئي جو هڪجهڙو رواج نہ هو. هر زميندار جو پنهنجو پنهنجو رستو هو. مطلب تہ مڻ تي 15 سير مٿان مٿان زميندار خرچن، لاپن، بيگن، پيرن ملن ۽ ڪانگڙن جي بهاني سان کنيو ويندا هئا. باقي ٻچ سچو هاري تي. ٻچ مهانگو لکندا هئا. انهن جي عيوضي ڪٽڪ يا ڪپهہ جو اگهہ سستو هوندو هو. انهن ظلمن خلاف، هاري ڪميٽيءَ سڄيءَ سنڌ ۾ ڪم ڪيو. انهيءَ ظلم خلاف هاري ڪانفرنس ۾ ٺهراءُ پاس ٿيو. اهو وقت ڪٽڪ جي لهڻ جو هو ڪرا صاف ٿيندا ويا تہ هاري ڪميٽي وارا جهنڊو کڻي گڏجي هر ڪري تي پهتا ٿي. ٿين جي ڌڻ سان اناج جي ڪوڙين کي ورهائي اڌو اڌ بٽئي تي ڪيائون ۽ پنهنجو اڌ هاري ٿي کنيو ويا. باقي خرچ بيگرن، ڏنڊن، پيرن جي ٿوين ۽ ڪمدارن جي بيگرين کان ڪُتو جواب ٿي ڏنائون. اڌو اڌ بٽائي جي تحريڪ جيڪا سرهاري ۽ شهدادپور جي علائقن مان شروع ٿي هئي. سا ڏسندي ڏسندي سڄي سنڌ ۾ باهہ وانگر پکڙجي ويئي. ٻين علائقن ۾ حاجي محمد هاليپوٽو بہ هاري ڪانفرنس جو فيصلو لاڳو ڪرائڻ لاءِ، هارين سان گڏجي، هڪ ٽرڪ تي هر ڳوٺ ۾ وڃي بٽايون ڪرايون.

شهيد مائي بختاور ڪامريڊ غلام محمد جي تنظيمي حد ۾ هئي. نبي سر لڳهہ تنظيمي ڪم ڪار لاءِ ڪامريڊ غلام محمد جو وڏو ۽ بنيادي ڪردار هو. اتان جا هاري سخت ڏيڃاريل ۽ ماريل هئا. ديني سر اسٽيٽ هڪ انگريز جي ويهہ هزار ايڪڙن جي لڳ ڀڳ اسٽيٽ هئي. قادياني اسٽيٽ بہ اسي هزار ڪن هئي. بي سي جي فارم جي نالي سان بہ ڏهہ پندرهن هزار ايڪڙ زمين هئي. ٻي بودر فارم سر راجر ٿامس جي اسٽيٽ هئي. انهن سيني اسٽيٽن جا مئنيجر ۽ ڊپٽي مئنيجر سڀ چوڌري پنجابي هئا. هارين کي ڪپهہ جي ٻوجهن ۽ برڪين ۾ وجهي ماريندا هئا. هڪ طرف ظالم طبقو گهڻو طاقتور هو تہ ٻئي طرف هيسيل غريب هاري هئا جن جي لاءِ ظالم کان بغاوت جو رستو ڏاڍو ڏکيو ۽

تڪليفن سان پريو پيو هو. انگريز آفيسر، مقامي وڏا زميندار ۽ ٿ هئا. ان وقت ضلعي جا هيڊ هر محڪمي جا انگريز آفيسر هوندا هئا. ميرپور خاص ۾ ايس ايل ڊي جي ڪاٽن جننگ فيڪٽري بہ هئي ۽ نبي سر روڊ ۾ ديني سر اسٽيٽ جي هڪ جننگ فيڪٽري هئي. فضل ڀنڀري لڳ محمودآباد، ناصر آباد، احمدآباد جا ماڊرن ڳوٺ زميندارن ۽ آفيسرن جا مرڪز هئا. پنجابي زميندارن ۽ انگريزن جي پاڻ ۾ ڀڏي زور تي هئي. ٻئي طرف هاري گهٽو ڪري چانڊيا، گرگيچ، گشڪوري، خاصخيلي، رند، ڪولهي، لاشاري، پيل ۽ پنجابي هئا. انهن حالتن ۾ زميندارن جي اسٽيٽن ۾ وچي ڪم ڪرڻ ۽ هارين جون ڀڏيون قائم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ۽ اڙانگو ڪم هو. سرهاري ۽ شهدادپور جي علائقي کان هٽ تحريڪ ڪچي هئي، پر ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي سخت محنت سان، هارين نہ صرف ٻٽيون ڪيون پر زميندارن کي اَنُ بہ کٽڻ نہ ڏنو. هاري تنظيم جو اثر ٿي هو جو مجبور هارين پاڻ کي سجاتو ۽ اڳتي قدم کنيو. ٽالهي اسٽيشن لڳ ديهہ هيڊو جي قادياني اسٽيٽ جي سرڪل نور ننگر جي هارين جن ۾ شهيد مائي بختاور جا عزيز ۽ ڪجهہ پيل بہ هئا. تن ڪٽڪ جو ان صاف ٽيل اٽڪل 50 مڻ روڪي ڇڏيو. چوڌرين وچي پڪاريو تہ هاري بغاوت تي آماده آهن. اها حد ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي هئي ۽ مني ضلعي تي، جان محمد عبدالعليم ويٺو هو.

چوڌرين جي درخواست تي ٻنهين ڌرين طرفان امين مقرر ٿيا. زميندار ڌر طرفان خانصاحب غلام محمد چوڌري ڊيني سر اسٽيٽ جو مئنيجر هو ۽ ٻيو چوڌري رشيد احمد قادياني، چوڌري ظفر الله جو ڀائيٽو امين هو. هارين جي ڌر جو امين چاچو جان محمد پلي، ڪامريڊ مير محمد پلي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري هئا. فيصلي جي تاريخ 26 جون 1946ع رکي وئي. هئي. انهيءَ کان اڳ جهڏي شهر ۾ 22 جون تي آل سنڌ هاري ڪانفرنس رکيل هئي. جنهن ۾ سڄي سنڌ مان هاري اڳواڻ ۽ ڪراچي جا مزدور اڳواڻ آيل هئا. ڪانفرنس ۾ ڪامريڊ عبدالقادر ايم خان لاڙڪاڻي وارو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ قادر بخش نظاماڻي، چاچا جان محمد پلي، مولانا نظير حسين جتوئي جلالي لاڙڪاڻي وارو عبدالواحد مولائي مگريو ڪامريڊ علي محمد درزي، ڪامريڊ لطف الله حساڻ اٽي ، ڪيرت ٻاٻاڻي، چاچا رئيس قادر داد خان رند خدا ڏوست لغاري، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، رئيس امام علي لغاري، محمد هاشم لغاري نانگو ڪامريڊ چجو رام، مزدور اڳواڻ گلاب تولو ڪينشي وڏيارتي، رئيس بروهي ۽ ٻيا سوين هاري ورڪر ۽ هاري ليڊر آيل هئا. ڊيني سر اسٽيٽ قادياني اسٽيٽ جا سڀ هاري انهيءَ ڪانفرنس ۾ آيل هئا. پويان صرف ڪري جي سنڀار لاءِ مائي بختاور، سنڌس پيڻ سياڳي، شهيد جو مڙس ولي محمد ۽ سنڌس ننڍو فرزند صديق موجود هئا. چوڌري هارين جي غير موجودگي جو فائدو وٺي ويهہ پنجويهہ بيل گاڏيون، ڪانٽا، چليون، ڳوڻيون کڻي آيا ۽ کرو اچي کڻڻ شروع ڪيائون. چوڌري نہ مڙيا ۽ هنن سان گڏ بہ بندوقون، لٺيون، ڪهاڙيون هيون.

هي بہ عورتون هڪڙو پوڙهو عينڪ چڙهيل هڪ چوڏهن سالن جو ڇوڪرو.

پرپاسي جي زميندارن سيد پيرل شاهه خان هاليپوٽو ۽ ٻين وٽ ويا ته اسان جا ماڻهو نه آهن هي ڪرو ڪنيو ٿا وڃن. پر هي چوڌري نه مڙيا. ان تي شهيد وڃي ڪانٽي تي هٿ وڌو ۽ تور ڪان هنن کي روڪيو. تنهن ڪري هڪ مئنيجر چوڌري، شهيد بختاور کي ڌڪو ڏنو. مائي وڃي ڪري ۽ شهيد اٿندي کين للڪاريو. ڪريءَ ۾ موجود اناج جي صاف ڪرڻ ٻڌون تنگڙيون ۽ ڏنڊن ٻڌل ڦريا ڪٽي هي ڇهه ماڻهو مٿس ڪاهي پيا ۽ هنن کي ڪري ڪان هڪ ايڪڙ ڪن پنڌ جو پڇائي ڪڍيائون. جنهن تي چوڌرين بندوق جا فائر ڪيا. پهريون فائر شهيد مائي بختاور کي سامهون سيني ۾ ٻيا فائر پيڻ سپاڳي، صديق، پوڙهي ولي محمد، ٻئي فقير کي لڳا. شهيد مائي بختاور چوڌرين، انگريزن جي گماشتن جي هٿان حق جي خاطر قرباني ڏيئي، هاري تحريڪ کي همت، حوصلو ۽ سچائي بخشي. چوڌري فائرنگ ڪري لبريرن وانگي وٺي ڀڳا. ڪنري جي ٿاڻي تي الٽو هارين تي وڃي فرياد داخل ڪيائون. مائي بختاور جي شهادت جي خبر سڄي سنڌ ۾ پکڙجي وئي. ٻئي ڏينهن تي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ مير محمد، چاچو جان محمد پلي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري جن اچي شهيد جو آخري ديدار ڪيو. هارين ڪري تان پنهنجو اَنُ کنيو. چوڌري اسٽيٽ خالي ڪري ڀڄي ويا هئا. ايتري ۾ پهريان جمعدار نور محمد ڪارو قريشي اتي پهتو. ڪيس جا مشير ناما سرزمين جو نقشو واردات جي رپورٽ تلها ڪارتوس قاديانين جا پتڪا جتيون جيڪي هو ڇڏي ڀڳا هئا، سي سڀ گڏ ڪري هٿ ڪيائين. شهيد جو لاش بيل گاڏي رستي ساماري اسپتال پوسٽ مارٽم لاءِ موڪليو ويو. قتيلن کي ميرپورخاص اسپتال موڪليو ويو. ٻئي ڪيس پوليس چالان ڪيا ويا. هاري به جيل ۾ ته چوڌري به جيل ۾. چوڌري مالدار هو تنهن سنڌ جو ناميارو وڪيل حيدرآباد جو ڏيئو مل ڪيو. هارين کي سرڪار طرفان مرزا سڪندر بيگ وڪيل تي مليو. سکر جو وڪيل ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، جيڪو پاڻ به مئجسٽريٽ رهي چڪو هو سو پڻ مددگار هو. ڪيس مسٽر شنڪر سنگهه آڏواڻي سيشن جج هلائي فتوي ڏئي ۽ سيني هارين کي آزاد ڪيو ويو. ٻن چوڌري مئنيجرن اسماعيل خالد ۽ چوڌري سعد الله کي عمر قيد جي سزا ڏني وئي. باقي ائن ڄڻن کي مختلف قسم جون سزائون ڏنيون ويون.

شهيد مائي بختاور هاري اڳواڻ ته نه هئي پر هڪ عورت هوندي، اهڙو ڪردار ادا ڪيائين، جو سيني لاءِ رهبر بڻجي وئي. تحريڪون صرف پروگرامن ئاهڻ سان نه هيٺ عوام ۾ ڪم ڪرڻ سان مضبوط ٿين ٿيون. ان وقت جي هاري تنظيمن جي محنت ۽ سچائيءَ اهڙا مثالي ڪردار ئاهيا. سو به عورت، جنهن کي ڪمزور ۽ گهريلو سمجهيو ويندو آهي. مائي بختاور جي دليري پٺيان اُها حقيقت هئي جيڪا اڄ به هاري مزدور طبقي لاءِ موجود آهي. پر مائي بختاور جهڙا ڪردار ئاهڻجي ضرورت اڄ ماضي کان به وڌيڪ آهي.

# هي ڪنهن جي تهذيب سڙي رهي آهي...!!؟

دليپ" دوشي"

هندن جي مقدس ۽ پاڪ پويتر رات،
صديون اڳ هوليڪا سڙي راک ٿي هئي
۽ اڄ سنڌ جي وارثن جو ڌرم شالا سڙي رهيو آهي.
سومنات جا مندر ٽوڙائيندڙ
غزنوي جي باقيات به
واهيات تاريخ ورجائيندي
ڌرم شالا ۽ مندر کي باهه ڏئي ڇڏي
ڌرم شالا تي وينل پکين جو ولر
اُڏري وڃي مسجد تي وينو هو
لهندڙ سج جي لالاڻ هيٺ.
لاڙڪاڻي شهر ۾
مندر جي سڙڻ مهل
رُڪ اسٽيشن تي زندگي جا
پساهه پورا ڪندڙ ڀڳت ڪنور رام
جي قبر جي مٽي ضرور تڙپي هوندي،
مذهبي رواداري جو تصور
ڌرم شالا مان نڪرندڙ
ڪارن دونهن ۾ سڙي رهيو هو.
سنڌ صوفين جي سرزمين،
محبتن ۽ امن جي علمبردار ڌرتي آهي،
اِهو تاريخ جو وڏي ۾ وڏو ڪوڙ آهي،
اُسين ايندڙ نسل جي اکين ۾
دوکي جي ڏوڙ وجهي رهيا آهيون.
پوري پيپل جو لاوارث لاش
۽ ڌرم شالا ۾ کنڊ ڪپيل "رام" جي مورتي،
اسان جي تهذيب جي جنازن جو تسلسل آهن.
ائين محسوس ٿيو جڻ
محمود غزنوي ۽ محمد بن قاسم
ورهين پڄاڻان وري ويس مٽائي
ڪلهه رات لاڙڪاڻي جي گهٽين ۾ آيا هئا...!!!

کنپيل
سياسي
کارکنن
جي کوريج
کندا رهندا
سين

سواروں پر سواری فوج کی ہے ---
زمین ساری کی ساری فوج کی ہے

بنادے تخت کو تختی کہ تختہ
عجب معجز نگاری فوج کی ہے

میں ایسے کھیل کے میدان میں ہوں
جہاں ہر ایک باری فوج کی ہے

ابھی آدھا بدن قربان کر کے
نظر ہم نے اتاری فوج کی ہے

یہ ممکن ہے، تمھیں بھی روند ڈالے
ہٹو بچو۔ سواری فوج کی ہے

(امداد آکاش)

# هيل ٻہ ٿر سڄ لڳي ٿو

پارڪر تي ڪا پاڻيهاري ناهي

ڳُونيت ڳُونيت پيا سو آهي

واري وسي ٿي ٻوٽن تي

ٻ اوٺيڙن جي اوٺن تي

ڏيھہ ڏڪار سارو آهي

واري جو وسڪارو آهي

وجود سارو رُڄ پسي ٿو

هيل ٻہ ٿر سڄ لڳي ٿو

ڪي جهپڪي هيٺ ڪري ٿي

ڻ ڏاڍي اُڃ لڳي ٿي !

رام اوڏ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ
کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)